# پوڙهو ۽ سمنڊ

1954ع جو)
نوبل انعام يافته
ناول)

## ارنيسٽ هيمنگوي

سنڌيڪار: اياز ٻٽو

نئون نياپو اڪيڊمي
سچل ڳوٺ ڪراچي

ڪتاب جو نالو: پوڙهو ۽ سمنڊ
موضوع: ناول
ناول نگار: ارنيسٽ هيمنگوي
سنڌيڪار: اياز ڀٽو
تعداد: هڪ هزار
ڇاپو پهريون: نومبر 2013ع
ڪمپوزنگ: سرمد آڪاش
ڇپائيندڙ: نئون نياپو اڪيڊمي،
D-1 سچل ڳوٺ گلشن اقبال ٽائون، ڪراچي
Cell # 0346-2103811

ملهه: 140 رپيا

# ارپــنـا....

مان هي ناول پنهنجي من مُهٽي ڏاڏِي مرحومہ خيران پُنو
جي نالي ڪريان ٿو. جيڪا ٻارُوتڻ ۾
لوڪ داستان ۽ لوڪ آکاڻيون ٻڌائي
ذهني اوسر ۾ واڌارو ڪرڻ سان گڏوگڏ
لطف اندوز ڪندي هئي.

**اياز پـنّـو**

# پبلشر جو نوٽ

سنڌ واسين لاءِ آمريڪي ناول نگار ارنيسٽ هيمنگوي جو نالو اوپرو نہ ناهي. جنهن جي جڳ مشهور ناول "پوڙهو ۽ سمنڊ" (The old man and the sea) کان بہ ادب چاهڪ پلي پٽ ڄاڻو هوندا. ان ساڳئي ناول کي سنڌي روپ ۾ پيش ڪندي اسان سرهائي محسوس ڪري رهيا آهيون.

آمريڪي ناول نگار ارنيسٽ هيمنگوي (21 جولاءِ 1899 _ 2 جولاءِ 1961) هي ناول 1951ع ۾ ڪيوبا ۾ لکيو ۽ 1952ع ۾ ڇپرو ٿيو. جيڪو سندس آخري ناول هيو ۽ سندس ئي حياتيءَ ۾ ڇپرو ٿيو. ان ناول جي مقبوليت ئي کيس 1954ع ۾ ادب جو نوبل انعام کٽرايو.

"پوڙهو ۽ سمنڊ" جي ڪهاڻي تجربيڪار ڪيوبن مهاڻي سنتياگو جي ساموندي ڪٿا تي ٻڌل آهي جيڪو هڪ ٻالڪ منولن کي ساڻ ڪري اجگر مڇي مارلن جي شڪار لاءِ وشال سمنڊ ۾ لهي ٿو وڃي. 84 هين ڏينهن تائين انکي ڪا بہ مڇي نٿي ڦاسي. جنهن ڪري هو نياڳ ٿو ڪوئي. آخرڪار اڪيلي سر 85 هين ڏهاڙي هو نار واري سمنڊ تي مارلن نالي 18 فٽ شارڪ مڇيءَ جو

شڪار ڪري ٿو وٺي. جا وشال سمنڊ ۾ اجگر مڇيءَ تي انسان جي سوڀ ليکجي ٿي.

هن ئي ناول ڪانپوءِ هيمنگوي جي فني ذات کي نقادن کي ساراهڻ تي مجبور ڪيو ۽ هن ناول جي بيپناهه مچتا ڪارڻ ئي ڪيس وڏو اديب مڃيو ويو ۽ سندس ناول کي وليم فاڪنر ۽ هرمن ميلر جي ناولن "دي بيئر" ۽ "موبي ڊڪ" سان ڀيٽيو ويو.

"پوڙهو ۽ سمنڊ" جي ڪهاڻي جاڪوڙ تي ٻڌل آهي جنهن ۾ جاڪوڙ ۾ هار کان انڪاري، مرڻ يا مارڻ جي فلسفي کي نروار ڪندي ٻڌايو ويو آهي. ته هن دنيا ۾ انسان جو مقصد جاکوڙ آهي ۽ سنتياڳو چواڻي: "ماڻهو شڪست لاءِ ناهي پيدا ٿيو. سندس ڪردار مري مڃائڻ وارو آهي."

سنتياگو جو وڏي مڇي کي اهو چوڻ ته : جيئن ته مان توکي چاهيان ٿو تنهن ڪارڻ مون توکي پڪڙيو آهي ۽ اهو ڪو ڏوهه ناهي." اهو خيال ان وارتا کي وائکو ٿو ڪري ته. عشق جو انت موت ئي آهي ۽ موت هڪ اٽل حقيقت آهي. جنهن منجهان زندگي ڦٽي ٿي. هڪ جيون اچي ٿو هڪ جيون وڃي ٿو. سوڀ ان کي پلئہ پوي ٿي جو مري وڃڻ بجاءِ ماري اگهتي وڃي ٿو.

اهڙيءَ ريت ڪنهن به انسان جي وڏماڻهائپ ۽ مهانتا ان اڏولتا تي ئي ٻڌل آهي ته هو پاڙي تي ميدان مان نٿو ڀڄي پر مڙس ٿي مهاڏو اٽڪائيندي اجل کي پليڪار چئي ٿو:

"ٿي تنين سين ڏيٺ، موتڻ جنين مٺو."

سنتياگو چواڻي: "موت ۾ ئي زندگي آهي ۽ جيڪو به جدوجهد جي ميدان ۾ پاڙي ٿي نٿو ڀڄي سوڀ تنهن کي ئي ملي ٿي."

اهڙي شاندار ناول جي چونڊ ڪرڻ تي ۽ پيار منجهان ترجمو ڪري ڏيڻ تي اياز پٺو کي لک لک شابسون ۽ اميد ته هو اڳتي به اهڙا اُچا ۽ ملهائتا ناول سنڌي ادب جي پلئہ ۾ وجهندو رهندو.

هي ناول به ان ئي آس تي پڌرو ڪجي ٿو ته. شل اسان اک پٽيون پنهنجي وطن جون واڳون سنڀالي ڏارين کي ڏڪي ڏار ڪري ڇڏيون

اوهان جو

**سنڌي انعام**

# مهاڳ

وقت بادشاهه آهي. وقت ڪنهن جو انتظار نه ٿو ڪري، بلڪ اهڙي ته شائستگيءَ سان گذري ٿو وڃي جو گهاريندڙ کي خبر ئي نه ٿي پوي ته زندگيءَ جا حسين لمحا ڪيئن گذري ويا. زندگيءَ جي اٿاهه سمنڊ ۾ املهه موتي به ملن ٿا ته شارڪ مڇيءَ جي صورت ۾ ڏک ۽ ڏولاوا به ملن ٿا. پر ڪامياب انسان اهي آهن جيڪي وقت جي هر اڀرندڙ ۽ لهندڙ چولين، ايذاءَ ۽ رنڊڪون وجهندڙ شارڪ جهڙين خطرناڪ رڪاوٽن جي پرواهه نه ڪندي پنهنجي زندگيءَ جي مقصد جي حاصلات لاءِ جستجو ڪندو رهي ٿو پوءِ جي ڪٿي انهيءَ سمنڊ ۾ زندگيءَ جو سودو به ڪجي ته به اهو مهانگو نه هوندو.

دنيا ظالم آهي. ڪير ڪيترو به لائق يا هوشيار هجي پر ان جي مڃتا (Recognition) تيستائين نه آهي، جيستائين هُو پنهنجي مهارتن کي استعمال ڪندي ڪنهن وڏي ڪارنامي کي سرانجام ڏئي. يعني زندگيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي مڃائڻ لاءِ ڪنهن ڪارنامي جي سرانجامي لازمي آهي پوءِ ڪٿي

جي انهيءَ ۾ موت بہ اچي تہ بہ اهو ڪارنامو ئي ليکبو.

"پوڙهو ۽ سمنڊ" بہ هڪ اتساهہ ڏيندڙ ناول آهي. ناول جي (Theme) ۾ جستجو ۽ ولولو انگيزيءَ جو سبق ڏنل آهي. اهي ئي چند شيون آهن. جنهن جي اسان جي معاشري کي اشد ضرورت آهي. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ. اسان جي نوجوانن ۾ ٽيلنٽ گهٽ آهي. انهيءَ سانتياگو وانگر اسان جي نوجوانن ۾ بہ تهڙو ٽيلنٽ موجود آهي، پر ضرورت ان امر جي آهي تہ اهي ڪنهن نہ ڪنهن پليٽ فارم تي ان کي ثابت ڪن. جيئن ناول ۾ چيل آهي تہ:

"Man is not made for defeat; a man can be destroyed, but not defeated"

دنيا هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ تبديل ٿي چڪي آهي. مهذب قومن ۾ جستجو جو عنصر ڪجهہ سرس ٿئي ٿو. اها جستجوئي آهي جيڪا ڪنهن قوم کي عروج ماڻائي ٿي. ٿورو ماضيءَ تي نظر وجهنداسين تہ انسان جيڪو ترقيءَ جي معراج تي پهتو آهي. اهو انهيءَ جستجو جوئي نتيجو آهي. ڪالهہ جو انسان ڪجهہ ڪلو ميٽرن جو فاصلو ڪيترن ڏينهن ۾ طئي ڪندو هو. ۽ اڄ جو نسان هزارين ڪلو ميٽرن جو فاصلو ڪجهہ منٽن ۾ طئي ڪري ٿو. هزارين ڪلوميٽر پري انسان هڪٻئي جي اڳيان ويهي ڪري ائين ٿو ڳالهائي ۽ ڏسي جڻ تہ هُو هڪٻئي جي اڳيان ويٺا آهن. انهيءَ ترقي جو مکيہ ڪارڻ جستجو ۽ تڙپ آهي. حقيقت جي آئيني کي ڏسون تہ اسان جي کهڙي حالت آهي. ڇا اسان جي جستجو جي حالت بهتر آهي؟ يا اسان کي اها حالت تبديل ڪرڻي پوندي؟

اسان جي معاشري ۾ هڪ غلط ۽ ناڪاره رسم هلي پئي جو هر ڪم ۾ شارٽ ڪٽ ڳولهڻ ۾ رڌل آهيون. شارٽ ڪٽ کي آءٌ خلاف فطرت عمل سمجهان ٿو. ڇاڪاڻ جو ڪنهن بہ عمل جي شروع ڪان آخر تائين هڪ طريقيڪار "Mechanism" هوندو آهي. جيڪو ارتقائي عمل (Evolutionary Process) مان هر حال ۾ گذرڻو هوندو آهي ۽ جڏهن ارتقائي عمل نہ هوندو تہ ان جو نتيجو بہ مطمئن ڪندڙ نہ هوندو ۽ اهو ارتقائي عمل جستجو جي ئي ذريعي حاصل ٿئي ٿو. جنهن جي اسان ۾ وڏي کوٽ آهي. نتيجتاً اسان جي ترقي جمود جو شڪار بڻيل آهي ۽ اسين هڪ ننڍڙي سئي کان وٺي هوائي جهاز تائين وٺڻ جا محتاج انهن قومن جا آهيون. جن جستجو کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد بڻايو آهي. اسان تہ زندگيءَ جي ناول ۾ مينولن جو ڪردار ادا ڪندا رهنداسين. اسان کي خبر آهي تہ اسان جي ماڻهن ۾ ڪيترو دمُ آهي

جيئن مينولن پنهنجي استاد سانتيگو جي تعريف ڪندو رهندو هو ۽ مڃتا ڏيندو رهندو هو. پر پيو ڪو ته ان کي نه ٿي مڃي. جيستائين هُو ڪا وڏي شيءِ ڪري نه ٿو ڏيکاري. سو دوستوا ڪم محض مڃتا ڪان چڙهي ويو آهي. تنهن ڪري ناول مان اتساهه وٺندي زندگيءَ ۾ ڪنهن وڏي ڪم جي سرانجاميءَ ۾ ڪُپي وڃون ۽ جستجو کي پنهنجي زندگيءَ جو نصب العين بڻايون.

ان ڪري جس لهڻي اياز پتو صاحب جنهن وقت جي نبض شناسائي ڪري هڪڙي اهڙي ته باريڪ ۽ نازڪ ڪم ۾ هٿ وڌو جنهن جي اسان جي معاشري کي اشد ضرورت هئي ۽ شابس آهي هن دوست کي ته پنهنجي زندگيءَ جا قيمتي لمحا ڪڍي ڪري ادبي ڪيتر ۾ هڪ بي بها قيمتي ڪتاب جو اضافو ڪيائين. اڄ جا نوجوان هوٽلن تي ويهڻ، شهر جي پارڪن ۾ گهمڻ، دوستن سان محفلون مچائڻ ۾ وقت گذارين ٿا. ان جي برعڪس هي اسان جي دوست ادب سان نياءُ ڪندي هي پنهنجو ادبي پورهيو اسان جي اڳيان رکيو آهي. يقين ڪيو ته دل خوش ٿي پئي آهي. ان کان علاوه اها به اميد ڪري سگهجي ٿي ته جيستائين اياز جهڙا سنڌ جا سپوت هن ديس ۾ موجود آهين، تيستائين اسان جي ادب ۽ ٻوليءَ کي ڪنهن به قسم جو لهر نه لوڏو هوندو.

اسين دعاگو آهيون ته الله تبارڪ و تعاليٰ اياز پتو صاحب کي خوش و خرم رکي ته جيئن هُو پنهنجي ادبي اڄ جي پورائو ڪندو رهي.

**قمرزمان پتو**
سبجيڪٽ اسپيشلسٽ (انگلش)
مبارڪپور.

# پُورو پَنو اسڪيل

ناول جي صنف دنيا جي ادبي آسمانَ تي چنڊ جيان چَمڪي ٿي. ناول پنهنجي اسلوب ۽ هيئت جي حوالي نرالو نانءُ رکي ٿو. ناول به سنڌيءَ ۾ انگريزي صنفن جهڙوڪ: افسانو هائيڪو سانيٽ، ترائيل، ڊرامو وغيره جيان آيو ۽ ڇانئجي ويو. نه ته ان کان اڳ جهڙيءَ طرح آکاڻي، افساني جو ابتدائي نمونو هئي. اهڙيءَ طرح داستان يا قِصو ناول جو اوائلي نمونو هو.

1843ع ۾ جڏهن انگريزن جي راڄ جي رهبري رُوح دوان هئي تڏهن انگريزن جي انگريزي تعليم به تيز ٿي وئي. ان جو اهو فولادي فائدو ٿيو جو ڪي سنڌي سرجيندڙ انگريزي ٻوليءَ ۾ مهان ماهر ٿيندا ويا ۽ پوءِ اُوچين ڏگرين جا ڍيرَ ڪري ڇڏيائون، انهن مان سَوين سُڌارڪ ۽ دَرجنين پنگتي پڙ هئا. جيڪي نامَ ڪنين عالمن جي برپا ڪيل قومي ۽ سَماجي جاڳرتا تي جاڳي پيا. تان جو اڻويهين صَديءَ جي آخر ۾ سنڌ ۾ سَوين بنيادي پنگتي ۽ تعليمي تنظيمون بَرپا ڪيائون. اخبارون، مخزن ڪڍي ۽ ٻيون ڪيتريون ئي علمي، ادبي ۽ تعليمي

ويهڪون ڪيون ۽ اخلاقي موضوعن تي وياڪاڻ (Lecture) ڪري بحث ڪان بعض ڪو نہ آيا.

آوائلي ڪتاب جن سان سنڌي ساهت ۾ ناول نويسي جو نُور نچاور ٿيو سي انهن انگريزي تعليم يافتہ شخصيتن مان ڪِن. انگريزيءَ مان ترجمو ڪيا هئا. تن مان ڊاڪٽر جانس جو جلوو پهريون ڏيک ڏيندڙ هو. جنهن جي ناول جو نالو "Rasellas, Prience of Abyssinia" هو. سنڌيءَ ۾ ان کي الٿو "راسيلاس" (حبش جو شهزادو) جي نالي سان منشي اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻيءَ ۽ ساڌو نولراءِ شوقيرام ڪيو. ائين سنڌي ادب ۾ هي ناول "پهريون ناول" جو نالو ڪمايو. هِن ناول ۾ روايتي داستانَ ۽ قِصن وارو قُرب ڪتيل هو. جيئن ناول پنهنجي معنيٰ ٿي "نئين شيءِ" (New Thing) ٻڌائي ٿو تيئن اوائلي هٿڻ ڪان پاڻ پلجي ويو. اها نواڻ ناول ئي آندي نہ تہ وري اُهي ئي مافوق الفطرت (Super Natural) جا فسانا پڙهڻا پون ها.

ان ناول کان پوءِ تہ بَس جڻ لائين لڳي وئي. سر والتراسڪات جو تئلسمين (Talisman) جيڪو "طلسم" جي نالي سان هيرا نند ساڌُو ناولن ۾ واڌُارو ڪيو. پر ان ناول تي ساڌو جي چڙيل ڪم جو پيرومل پيرو ورتو. تان جو تڪميل جو ٿرو وترايائينس. ناولن جي لڳل لائين ۾ بيا بہ ڪيترائي ناول آهن جي هِتي لکجن تہ پوءِ لائينون ئي لَين.

ناول جي صنف تي نظر وجهن سان اها ڄاڻ ڄم وٺندي تہ ناول جيئن پاڻ وٽ ترجمي جِي صُورت ۾ پُهتو ۽ ترجمي جي ان ڪمالَ سان ناول کي پاڻَ وَٽ نالو مليو آهي. پر ان وِچ ۾ اڻ ڳڻين اديبن طبعزاد بہ لکيا. ائين طبعزاد يا ترجمي سان ناول پنهنجي ڪاميابيءَ ڏانهن پهرياتيون وِکون کڻڻ لڳو.

انگريزن جي راڄ ۾ روڄُ پوڻ سان جڏهن آزاديءَ جي دؤر کي آزادي ملي، تڏهن ڳئين ليکڪن لا جواب ناول لکيا ۽ الٿو بہ ڪيا. اڄڪلهہ بہ ناول لکجن پيا ۽ ترجمو پڻ ٿين پيا. پر اڄوڪن ناولن ۾ اهو چَسُ ڪونهي جيڪو اڄ ڪان اڳ هو. اڄوڪي طبعزاد ناولن مان ڪيترن کي ڪيترائي تحفظات (Reservation's) آهن. جي ناولَ ۾ نہ ڪو پلاٽ آ. نہ ڪو ڪردار! اڪثر ناول نگارن ناول کي "پريم ڪهاڻي" ڄاڻي، فلمي منظرن جيان، ناول جو سِٽاءُ رکيو اٿن. ناول جي گهاڙيٽي،

واقعہ ڪاري (Plot_Construction)

۽ سيرت نگاريءَ (Characterization)

جو جنازو ڪڍيل آهي. رڳو جذباتيت (Emotionalism)
جا بجا آهي. پر ان جي پيٺ ۾ ٻاهرين ادب ڪي ترجمي جي صُورتَ ۾ ناول ڪي خاصي پذيرائي آهي. ۽ ادبي لڏي ۾ ترجمي واري ناولَ ڪي ڏِي. ٻوليءَ ۽ ادب جي شاهڪار هئڻ ۽ ناول جي مَرڪزي لوازمات تي پورو لهڻ سمجهيو ۽ ساراهيو ويجي ٿو.

اياز پُٽو ان سلسلي ۾ پورو ڇنو اسڪيل آهي. هُن اِن تاثر (Perception) جي پرپُور پنيرائي (Back up) ڪئي آهي. جَسُ آهي هِن جوان ڪي جنهن ٻولي ۽ ادب جي واڌاريِ لاءِ ٻه درجن کن ڪتاب الٿو ڪيا آهن. سندس ذهن ۾ ٻوليءَ جي واڌاريِ لاءِ جيڪا لوچ پوچ آهي سان سندس ڪم مان ليٺا پائيندي نظر اچي ٿي.

نئون نياپو اڪيڊمي‌ءَ پاران "پوڙهو ۽ سمنڊ" سندس ٻيو ڪتاب آهي. ان کان اڳ "ڳولا جو سفر" اچي چُڪو آهي. آئون اوهان جي علم ۾ اضافو ڪندس تہ سندس پنج ڇهہ ڪتاب مختلف اشاعتي ادارن وٽ ڇپجڻ هيٺ اٿس. جيڪي بہ سِگهوا چٽا اٿس. انڪان سواءِ اٺ ڏهہ ڪتاب اڻ ڇپيل ڇپجڻ جي آسَ هيٺ پيا اٿس.

سچ تہ اياز ٻولي تي ڪم ڪري پاڻ موڪيو آهي. ۽ ٻوليءَ جي شجر جي آبياري چڱيءَ پر ڪئي اٿس. سندس ڪم تي نظر ڪرڻ سان ساراهہ جا ڏِڪَ پرڻ سواءِ رهي نہ ٿو سگهجي.

اياز پُٽو ترجمي ۾ جيڪي هَٿَ وِڌا آهن، سي شهنجا ڪينَ آهن. ترجمو نُورنچُوئڻ جهڙو ئي عمل آهي. بقول برک محقق ۽ ناليواري نقاد ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو صاحب جَن جي تہ "ترجمو ڪرڻ هِڪ ڏکيو فن آهي. هِن فن ۾ مترجم لاءِ لازمي هوندو آهي تہ هُو جنهن ٻوليءَ مان ترجمو ڪري ٿو. تنهن تي مُڪمل دسترس هجي ۽ ان جي مِڙني معنوي ۽ لغوي رمزن کان واقف هجي."

اِن ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ هِن صاحب جي ترجمي جي خوبصُورتي جو ڏاڪو پڙهندڙن جي دل تي ويٺو آهي. تڏهن تہ هُو هِڪ پنيان ٻيو ترجمو ڪري ٿو.

سندس هِي ترجمو ڪيل ناول "پوڙهو ۽ سمنڊ" جيڪو (The Old Man and the Sea) جو سهڻو سنڌي روپ آهي. بهترين ترجمو اَج جنهن پَد تي آهي.

اياز پُٽو انهيءَ گُهر تي پُورو لٿو آهي. هِن ناول جو سَلِيبس. ٿُز ۽

بامحاوره ترجمو ڪري پڙهندڙن لاءِ سهنجو ۽ ڳُودار بڻايو آهي.

ايازجي ٺيٺ سنڌيءَ جي سلاست ترجمي کي به اصليت جو رنگ ڏيو ڇڏي. چو ته سنڌس ڪتاب "ڳولا جو سفر" لاءِ مون سميت اڻ ڳڻين دوستن سنڌس ترجمي تي گمان ڪيو. ته "پهرين هي ڪم ترجمو لڳي ٿي نه پيو جهڙوڪ اَصلي آهي." سلوڻي سنڌي، دلپزير ۽ موزون جُملن جي بناوت پڙهندڙن کي پاڻ طرف مائل ڪرڻ لاءِ قائل ڪريو ڇڏي.

آئون بنا هَٽڪ هَٻڪ جي چَئي سگهان ٿو ته پهريان جيان سنڌس هيءَ جاکوڙ به ادبي قدر ۽ قيمت جي حاصل بڻجي، پڙهندڙن وٽ پاس پوندي.

**اَويس پنهور**

5 سيپٽمبر 2013ع
مبارڪپور تعلقه ٿل
ضلع جيڪب آباد

# سنڌيڪار پاران

اهو 1993ع ۾ ٽئين ڪلاس جو زمانو هو جڏهن بابا سائين ٽن روپين ۾ ملندڙ ماهوار "ساٿي" پڙهڻ لاءِ وٺي ڏيندو هو. ان ۾ اخلاقي، علمي، ادبي، تفريحي ۽ سائنسي مواد هوندو هو. انهيءَ رسالي ۾ لکڻ جون پهرياتون وکون کنيون ۽ لکندي لکندي 2001ع ۾ ساٿي رائٽرز ايوارڊ پاران ڪهاڻيءَ جي ڪيٽيگريءَ ۾ ايوارڊ مليو. جنهن علم و ادب ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ چڻ هڪ گس ڏنو.

اهڙيءَ ريت ان وچ ۾ ٻاراڻي رسالي "گل ڦل" سان به ڏيٺ ويٺ ٿي وئي. ان رسالي ۾ ڪچو ڦڪو لکڻ به لڳس. تان جو منهنجو شوق ايترو وڌي وڃي ٿي ويو جو سنڌ مان جيڪو به ٻاراڻو رسالو نڪرندو هو اهو وٺي پڙهندو به هوس ته گڏو گڏ ان ۾ لکندو به هوس.

انهيءَ ڪچڙي وهيءَ ۾ سنڌي لوڪ ادب ۽ پرڏيهي لوڪ ادب جا ڪهُنا ۽ قديم داستان به پڙهيا. جن ۾ جيڪو داستان گهرُ ڪري ويو سو "ممتاز دمساز" هو. اهڙيءَ طرح جيڪو پهريون ناول دل جي ڌرتيءَ تي ڌريو پيئي،

اهو "پوڙهو ۽ سمنڊ" هو.

جيڪڏهن "ممتاز دمساز" يا "پوڙهو ۽ سمنڊ" جو تقابلي جائزو وٺجي ته ٻنهي ۾ جاکوڙ ۽ جستجو شامل آهي. جهڙيءَ طرح ممتاز من ۾ شرهي سپرين کي ماڻڻ لاءِ ست سوال پورا ڪرڻ ۾ رات ڏينهن هڪ ڪري ڇڏي ٿو. ساڳئي طرح پوڙهو به هڪ هڪاٽي ڪري ويلو آهي ته جيسين شارڪ مڇي کو نه مرندي تيسين سک ۽ آرام سان کو نه ويهبو.

ان کانسواءِ جيڪڏهن سنڌي ادب جي هڪ ٻئي نيم تاريخي لازوال داستان "مورڙي ۽ ميربحر" جي هن سان ڀيٽ ڪبي ته ٻنهي ۾ ساڳئي اوک ڏوک ملي ٿي يعني "سانتياگو" ۽ "مورڙو" ٻئي ڪمزور ۽ نبل آهن. انهن ٻنهي وٽ وسيلا (Resources) ناهن. پوڙهو هڪ اٿاهه سمنڊ ۾ ڪاهي پوي ٿو جڏهن ته مورڙو خطرناڪ ڳن ۾ ڪاهي پوي ٿو.

ارنيسٽ هيمنگوي جي هڪڙي جملي سان پالهو پوڻ ڪري اندر جي دنيا ڏڏي وئي هئي. ان طرح احساس، امنگ ۽ جذبا اپرڻ لڳا. من ۾ اٿڻ جو راڄ وڏي ويو هو. اهو جملو نه هو چڻ بم هو گولو هو جنهن ڪاهلي ۽ لاشعوري (Ignorance) جي دنيا کي جنجهوڙي ڇڏيو هو. سو جملو هي هو:

"Man can be destroyed but not Defeated"

انهيءَ جملي جي لکجڻ ڪري ارنيسٽ هيمنگوي کي 1954ع ۾ هن ناول تي نوبل پرائيز (Noble Prize) مليو هو.

اڄڪلهه سنڌي ادب ۾ ناول جي کوٽ هڻڻ ۾ اچي ٿي، اصل ۾ ناول نگار ته گهٽا آهن. پر انهن جي ناول ۾ آفاقيت (Universality) ناهي. ان کان سواءِ موضوع (Topic) جي صحيح چونڊ ناهي ۽ ورجاءَ جا بجا ملي ٿو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو سچو جو سچو ناول رومانيت سان ٽمٽار هوندو آهي. ان ڪري سنڌي ادب ۾ ناول کي ناول جي صورت ۾ نه بلڪ داستان جي صورت ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو. نتيجي ۾ اهو پسو ۽ چسو لڳندو آهي.

حقيقت ۾ ناول پرڏيهي ادب ۾ تمام گهڻو سٺو لکيو وڃي ٿو. جيڪو ناول مشهوري ماڻي ٿو اهو مختلف ٻولين ۾ ترجمو پڻ ٿئي ٿو. انگريزي ادب ۾ اڪيچار ناول آهن. جن جي هاڪ ملڪان ملڪ پڌري آهي. انگريزيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ناول ترجمو ٿي مشهوري ماڻي چڪا آهن. جيئن "سون ورنيون دليون"، "بلو کوکر"، "مصيبت ماريا سائين سنواريا"، "اڪيلائيءَ جا سئو سال"، "سچي محبت"، "هيٺن جو الله"، "پاپ ۽ پيڙا" ۽ "ڪيمياگر" نشانبر

آهن. انهن منجهان "پوڙهو ۽ سمنڊ" به هڪ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن جو پهريون دفعو ترجمو جناب عمر ميمڻ صاحب جن 1977ع ۾ ڪيو پر ان ۾ تلخيص جهجهي هئي ۽ واقعا نگاريءَ ۾ ڪاڻ پيل هو. انهيءَ ڪري پڙهندڙن جي پياس اڌوري رهجي وڃي پئي. ان ڪري ضرورت هئي ته هڪ دفعو ٻيهر ان کي سنڌيءَ جو ويس اوڍائجي. ان ڏس ۾ مون ترجمي ڪرڻ جو حق ڪيترو ادا ڪيو آهي، اهو مانوارن پڙهندڙن تي ڇڏجي ٿو. پر ڪٿي ڪٿي ڪمزورين ۽ اوڻاين ضرور رهجي ويون هونديون. ڇو ته پلا ٻليءَ جو ڇيهه ناهي.

هن ناول کي ڇپائڻ جو سهرو سنڌي انعام عباسي صاحب ڏانهن وڃي ٿو. جنهن ههڙو ديده زيب ٽائيٽل سان ڪتاب آڻي ان کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن. ان کان اڳ "ڳولا جو سفر" ڪتاب آڻي ٽڪ لاهي ڇڏيا آهن. وري ناول "پوڙهو ۽ سمنڊ" آڻي رهجي ويل خواهش پوري ڪئي اٿائين پنهنجي پاءُ اويس پنهوَ جو مرهونِ منت آهيان. جنهن پروف چيڪ ڪرڻ توڙي مشورا ڏيڻ ۾ سهائتا ڪئي.

ٻـون اُڏاريـا مـچـڙا، الله! گـهـائـو آڻ
مِيانِ مدارَنِ سين، مون کي قادر! وجهه مڪانِ
هـٿ منـهـنـجي هـاٿـي، قدر لـڌو جـن ري
شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ

**اياز پنهوَ**

سبجيڪٽ اسپيشلسٽ

(سنڌي).

ڳوٺ مبارڪپور، تعلقو ٺل ضلعو جيڪب آباد.

10 آگسٽ 2013ع بمطابق 2 شوال

المڪرم 1434 هجري

موبائل نمبر: 0342_2107738

**هو** هڪ وڏيءَ ڄمار وارو مهاڻو هو. هو ڏهاڙي پنهنجو ٻيڙيءَ ۾ اڪيلو نار نديءَ مان مڇيون مارڻ ويندو هو. پر اڄ 84 ڏينهن گذرڻ ڪانپوءِ به ڪيس ڪا موچاري مڇي هٿ ڪونه آئي هئي. شروعاتي چاليهن ڏينهن ۾ هن سان گڏ هڪ نينگر به هوندو هو. جڏهن چاليهه ڏينهن ائين گذري ويس ايستائين هڪ مڇي به ڪونه مليس ته نينگر جي پيءُ پنهنجي پٽ کي چيو ته پوڙهو نهايت ئي بدقسمت آهي. ان ڪري نينگر پنهنجي پيءُ جو چيو مڃيندي هڪ ٻي ٻيڙيءَ سان گڏ هليو ويو جنهن پهرين هفتي ۾ ئي ٽي سٺيون مڇيون ماريون هيون. جڏهن نينگر پوڙهي کي هٿين خالي ايندي ڏسندو هو ته هن کي ڏاڍو ڏک ٿيندو هو. هُو پنهنجي ٻيڙيءَ مان لهي سندس مدد ڪندو هو. هو مڇي مارڻ وارو ڄار ڇنڊائيندو هئس ۽ کيس آٿت پڻ ڏيندو هو.

پوڙهو بدن ۾ سنهڙو سيپڪڙو ۽ نٻل هو. هن جي پٺن تي گهنج منهن تي ڪراڙپ جون ڇٽيون ريڪائون ۽ هٿن ۾ ڦٽن جا چٽا هئا. اهي چٽا ان ڪري هئس جو هو وڏيون مڇيون ڏور سان ڇڪيندو هو پر ان جي باوجود به سندس هٿن ۾ ڪو به تازو ڏک جو نشان ڪونه هو اهي ايترائي پراڻا هئا جيترا ڏڪَ ۾ پيگل ٿَـل

پهاڙ هوندا آهن. هن جون سموريون شيون پوڙهيون هيون سواءِ سندس اکين جي. جن جو رنگ اهو ئي هو جيڪو سمنڊ جو هوندو آهي.

"او سانتياگو" نينگر ڪناري تي چڙهندي کيس سڏ ڪيو.

پوڙهو جيڪو ٻيڙيءَ جي اڳتي چڪي رهيو هو.

"مان توسان گڏ ٻيهر هلي سگهان ٿو ڇو ته اسان تمام گهڻو پئسو ڪمايو آهي."

پوڙهي ئي انهيءَ نينگر کي مڇيون مارڻ جو طريقو سيکاريو هو ان ڪري نينگر پوڙهي سان ڏاڍي محبت ڪندو هو.

انهيءَ تي پوڙهي کيس چيو ته: "نه" تون هڪ خوشنصيب ٻيڙيءَ سان گڏ آهين ۽ تون ان سان ئي گڏ هُج.

"پر توکي ياد آهي؟ تون ڪهڙيءَ طرح 87 ڏينهن روز خالي ايندو رهين ۽ پوءِ اسان ٽن هفتن تائين هر روز وڏيون وڏيون مڇيون پڪڙيون هيون.

"مون کي ياد آهي" پوڙهي چيو "مون کي خبر آهي ته تون مون کي ڪنهن شڪ جي ڪري ڪو نه ڇڏيو آهي."

"بابا مون کي ڇڏڻ تي مجبور ڪيو آهي، مان ٻار آهيان ۽ مون کي انهيءَ جي ڳالهه مڃڻ گهرجي.

"مون کي خبر آهي" پوڙهي چيو "اها ئي ته معمولي ڳالهه آهي."

"پر ان کي وڏيڪ يقين ناهي."

"نه" پوڙهي چيو "پر اسان کي ته ڀروسو آهي، ڇو آهي نه؟

"ها" نينگر چيو. "ڇا مان توکي ٽيرس (هڪ ننڍي هوٽل جو نالو) تي بيئر جو پيالو پياري سگهان ٿو؟ ان کان پوءِ اسان سامان گهر کڻي هلنداسون."

اهي ٽيرس تي ويهي رهيا. اتي پوڙهي سان مُهاڻا مذاق ڪرڻ لڳا. پر هُو ڪائنن ناراض ڪو نه پئي ٿيو. اتي ويٺل ڪجهه ٻين پوڙهن مهاڻن هن ڏي نهاريو. اهي هن جي لاءِ ڏکوبل هئا. پر انهن ساڻس ان ڏک جو اظهار نه ڪيو. اهي آهستي آهستي سمنڊ جي وهڪري بابت ڳالهيون ڪري رهيا هئا. ۽ اهو به ڇئي رهيا هئا ته انهن پنهنجي ڏور ڪيستائين سمنڊ ۾ ڇڏي هُئي. ان کان سواءِ لاڳيتي سٺي موسم ۽ جيڪو ڪجهه انهن ڏٺو ان جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه ڪري رهيا هئا. اڄ جا ڪامياب مهاڻا اڳواٽ ئي پهچا چڪا هئا ۽ اهي پنهنجي ماريل مڇين کي چيري ٽاڙي انهن کي ڊگهي ڪاٺيءَ جي ٻن تختن تي رکي رهيا هئا جن کي ٻه ماڻهو ڏکيائي سان ڇڪي رهيا هئا. انهن کي مڇي مارڪيٽ کڻي ويا اتي اهي

برف جي ٽرڪ جو انتظار ڪري رهيا هئا, جيڪي انهن کي هوانا (ڪيوبا جي گاديءَ جو هنڌ ۽ بندرگاهه) جي بازار ۾ کڻي ويندا. جن ماڻهن شارڪ مڇيون پڪڙيون هيون. اهي انهن کي شارڪ فيڪٽري کڻي ويا. جيڪا سمنڊ جي ٻرڻين ۾ هئي. اتي انهن کي ڪانٽي ۾ وجهي انهن جو جگر ڪڍڻ پيا. مڇيءَ جون پڇڙيون ڪٽڻ پيا. چلر صاف ڪن پيا ۽ گوشت جا پيرا ڪٽيا وڃن پيا ته جيئن انهن ۾ لوڻ ٻُرڪي سگهجي.

جڏهن اوڀر جي هوا گهلندي هئي ته شارڪ فيڪٽري کان بندرگاهه وٽان هڪ خاص قسم جي بوءِ اٿندي هئي. پر اڄ ته انهيءَ بوءِ جو هڪ هلڪو اثر محسوس ٿئي پيو. ڇو ته هوا واپس اتر ڏانهن رخ ڪيو هئائين ۽ ڏاڍي ڏري هلي رهي هئي. ٽيرس ۾ ڏاڍي خوشگوار لڳي رهي هئي.

"سانتياگو" نينگر چيو.

"ها" پوڙهي چيو "هُو هٿ ۾ پنهنجو گلاس کڻي ڪيترائي سال پهريائين جي سوچ ۾ ٻڏي ويو هو".

"ڇا مان تنهنجي لاءِ سپاڻي جي واهپي لاءِ ساردين مڇي (ننڍي مڇي جيڪا ڪنڍيءَ ۾ اوڳاهه جي لاءِ وڌي ويندي آهي) پڪڙڻ وڃان؟".

"نه" وڃ ۽ بيس بال کيڏ. مان اڃان به ٻيڙي هلائي سگهان ٿو."

"مان وڃڻ چاهيان ٿو" جيڪڏهن مان توسان گڏ مڇي نه ٿو پڪڙي سگهان. تڏهن به مان ڪنهن نه ڪنهن نموني تنهنجي ڪم اچڻ چاهيان ٿو."

"تون منهنجي لاءِ بيئر خريد ڪئي؟" پوڙهي چيو.

"هاڻي ته تون مڪمل ماڻهو بڻجي ويو آهين."

جڏهن تون پهريون دفعو مون کي ٻتيلي ۾ وٺي ويو هئين. ته مان ڪيترو نه وڏو هيس؟"

"پنجن سالن جو هيس ۽ تون مرندي مرندي بچيو هئين. مون ڪاني مڇين کي قبضي ۾ آندو هو ۽ ان ٻتيلي جي آڏو ٿي ڪيترو نه نقصان پهچايو هو. ڇا توکي ياد آهي؟"

مون کي بلڪل ياد آهي. ان جو ساهه منجهي رهيو هو ٽڪر هڻي رهي هئي ويهڻ جو تختو ٽٽي رهيو هو ۽ خون جي مِٺي بوءِ مون کي پنهنجي وڪڙ ۾ آندو هئائين.

"توکي اهو سڀ ڪجهه سچ پچ ياد آهي. يا مون توکي ٻڌايو هو؟"

اسان جڏهن پهريون دفعو هلي رهيا هئاسون. ان وقت کان وٺي اڄ تائين

هر شئي مون کي ياد آهي.

پوڙهي پر عزم ۽ محبت پرين اکين سان ان ڏانهن ڏٺو. جيڪڏهن تون منهنجو پٽ هجين ها ته مان توکي وٺي نڪران ها ۽ پوءِ هڪ مُلهه لڳايان ها. پر تون پنهنجي پيءُ ماءُ جو اڪيلو پٽ آهين ۽ هيو ته وري تون خوش قسمت ٻتيلي تي لڳل آهين."

"ڇا مان سارڊين ڪٺي اچان؟ مون کي انهيءَ جڳهه جي به خبر آهي، جتان اوڳاهه ملي ويندو."

"مون وٽ اڄ جو بچيل آهي، مان انهيءَ کي پيتيءَ ۾ لوڻ ڏيئي رکيو آهي."

"مان چار تازيون مڇيون ڪٺي اچان ٿو."

"هڪ" پوڙهي چيو. جڏهن ته هن جي اميد ۽ ڀروسو ڪڏهن به ختم نه ٿيو هو. پر هاڻي اهي تازا توانا ٿي رهيا هئا. جهڙي ريت ان سمي صبح جو تيز هوا لڳندي آهي.

"ٻه" نينگر چيو.

"ٺيڪ آ ٻه ئي سهي." پوڙهي مڃي ورتو "ڇا تون انهيءَ کي چورايو ته نه آهي؟"

"تنهنجي لاءِ چورائي به سگهان ٿو." نينگر چيو.

"پر مون ته هنن کي خريد ڪيو آهي."

"مهرباني" پوڙهي چيو. هُو ايترو ته سادو هو جو اهو به سوچي ئي نه پيو سگهي ته ڪڏهن کان هُو ايترو مسڪين ٿيو آهي." هُو اهو به ڄاڻي پيو ته هيءَ بي عزتيءَ جي ڳالهه نه آهي ۽ ان سان صحيح قسم جي وڏائيءَ ۾ ڪائي ڪمي نه ٿي اچي سگهي.

"انهيءَ ساموندي موسم جي ڪري سياڻي وارو ڏينهن ڪافي سٺو هوندو." هن چيو.

"پلا تون ڪاڏي ويندين؟ نينگر پڇيو.

"مان تمام گهڻو پري نڪري ويندس. هوا جو رُخ بدلجڻ تائين مان ڪو نه پهچي سگهندس. مان صبح جي روشنيءَ کان پهريائين کليل سمنڊ ۾ نڪري وڃڻ چاهيان ٿو."

"مان ڪوشش ڪندس ته اسان به کليل سمونڊ ۾ نڪري وڃون. نينگر چيو. "جيڪڏهن تون ڪا واقعي ئي وڏي مڇي ڦاسائي ته اسان تنهنجي مدد جي

لاءِ اچي سگهندا سون"

"نہ" نينگر چيو "پر مان ڪائي اهڙي شيءِ ڏسندس جيڪا اهو ڪو نہ ڏسي سگهندو مثال طور پکي. جيڪو ڪجهہ ڪري رهيو هجي ۽ انهيءَ کي ڊولفن پڪڙڻ جي لاءِ کليل سمنڊ ۾ وٺي ايندس."

"ڇا ان جون اکيون ايتريون خراب آهن."

اهو لڳ ڀڳ انڌو آهي.

"اها انوکي ڳالهہ آهي." پوڙهي چيو. "اهو تہ ڪڏهن ڪچون پڪڙڻ بہ ڪو نہ ويو آهي. تنهن هوندي بہ! ان جون اکيون تہ سدائين کليل رهنديون آهن."

"پر تون تہ ڪيترن ئي سالن کان ماسڪيٽو ڪوسٽ کان پرتي ڪچون پڪڙڻ ويندو رهيو آهين ۽ تنهنجيون اکيون اجان تائين سُٺيون آهن."

"مان تہ هڪ عجيب پوڙهو آهيان."

"ڇا تون واقعي هاڻي ايترو سگهارو آهين جو ڪا وڏي مڇي پڪڙي سگهين؟"

"ها منهنجو خيال تہ اهو ئي آهي ۽ وري اڪيچار اٽڪلون بہ آهن."

"هل تہ سامان گهر کڻي هلون." نينگر چيو تہ جيئن جار کڻي ساريين پڪڙڻ وڃان."

هن ٻتيلي مان سامان ڪنيو. پوڙهي ڪنڌ تي جار ڪنيو ۽ ويڙهيل ڏورين واري پيتي، بادبان ۾ ٻڌڻ واري ڪاٺي، هارپون ۽ ڏنڊو کڻي وجڻ لڳو ڏور ۽ ڪنڍيءَ واري پيتي ٻتيلي جي پوئين حصي ۾ رکيل هئي. ان سان گڏ ئي وڏو ڊگهو بانس جو لڪڙو پڻ موجود هو. جيڪو وڏين مڇين کي ٻتيلي ڪناري تي کڻي اچڻ جي لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. هونئن تہ ڪوئي بہ پوڙهي ماڻهوءَ جون شيون چورائڻ وارو نہ هو. پر بادبان ۽ ڏورين کي گهر کڻي وڃڻ بهتر هو ڇو تہ ماڪ جا ڦڙا ان جي لاءِ هاڃيڪار هوندا آهن. جڏهن تہ هن کي ويساهہ هو تہ مقامي ماڻهن منجهان ڪو بہ ان جو سامان نہ چورائيندو. پوءِ بہ پوڙهي سوچيو تہ بادبان جي ڪاٺي ۽ هارپون ٻتيلي ۾ هجڻ گهرجي. آجايو ڪنهن جي طبيعت ۽ نيت خراب ٿي سگهي ٿي.

هُو رستي تان پوڙهي سان گڏ، جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو ۽ سندس کليل دروازي مان اندر داخل ٿيو پوڙهو ڪجهہ وقت هنڌ تي ليٽيو بادبان وارو ڪپڙو پٽ تي رکيائين. نينگر پيتي ۽ ٻيو سامان ان جي آڏو رکي ڇڏيو ٻتيلي جوٽنب تقريبن ايترو ئي ڊگهو هو. جيترو جهوپڙيءَ جو هڪ ڪمرو هوندو آهي. اها

جهوپڙي شاهي ناريل جي مضبوط پنن مان ٺهيل هئي، جنهن کي گوانو چوندا آهن. انهيءَ ۾ هڪ هنڌ، هڪ ٽيبل هڪ ڪرسي ۽ مٽيءَ جي فرش تي ڪوئلو ساڙي کاڌو پچائڻ جو هڪ چلهو هو.

هڪبئي تي چڙهيل، چنبڙيل ۽ مضبوط ڇاري واري گوانءِ جي ڀورين پتين تي "يسوع جي دل مقدس" جي هڪ رنگين تصوير ۽ "ڪوبري ڪنواري" جي هڪ تصوير هئي، اصل ۾ اهي سندس شجاڻ ونيءَ جون نشانيون هيون. ڀهريائين تہ پٽ تي هن جي ولهي ونيءَ جي هڪ بدصورت تصوير بہ لڳل هوندي هئي پر هن انهيءَ کي اتان لاهي ڇڏيو هو ڇو تہ ان کي ڏسي هن کي اڪيلائيءَ جو احساس ٿيندو هو. هاڻي اها تصوير هن جي صاف قميص جي هيٺان تختي جي ڪناري تي رکيل هئي.

"تون وٽ کائڻ جي لاءِ ڇا آهي؟" نينگر پڇيو.

"هڪ ديگڙي اَڇا چانور ۽ مڇي. ڇا تون ڪجهہ کائيندين؟"

"نہ آئون گهر وڃي کائيندس يا مان. ٽڏائي چانور کاوان."

ڇا "مان چار ڪٺي وڃان؟"

"بلڪل"

"اتي ڪوئي چار نہ هو. نينگر کي خبر هئي تہ هوان کي ڪڏهن جو وڪٽي ڇڪو آهي. پر هُو هر روز اها ڪهاڻي وَرجائيندو هو ۽ اتي اڇن چانورن جي ڪا بہ ديگڙي ۽ مڇي ڪو نہ هئي. نينگر کيس ڄاڻيندو هو."

"پنجاهہ مبارڪ نمبر آهي." پوڙهي چيو. ان ڏينهن تون مون کي هڪ هزار پائونڊ ڪٺي ايندي ڏسي ڪيترو خوش ٿيو هئين؟"

"مان چار ڪٺي ساردين پڪڙڻ وڃي رهيو آهيان. منهنجو خيال آهي تہ تون دروازي وٽ اس تي ويهي رهہ."

"ٺيڪ آ. مون وٽ ڪالهوڪي اخبار آهي. مان بيس بال جي خبر پڙهندس.

نينگر کي خبر ڪو نہ هئي تہ اها ڪالهہ جي اخبار آهي بہ يا نہ پر پوڙهو هنڌ جي هيٺان اخبار ڪڍي اهم سرخيون پڙهڻ لڳو.

"اِها مون کي پيرڳو شراب خاني ۾ ڏني هئائين. هُنَ وضاحت ڪندي چيو.

"مان ساردين پڪڙي واپس اچان ٿو ۽ ان کي برف ۾ رکندس اسان صبح جو ان کي ورهائي ڇڏينداسون."

جڏهن مان واپس اچان ته مون کي بيس بال جي باري ۾ ٻڌائجانءِ.
اصل ۾ "يا نکي نه ٿو هارائي سگهي."
"پر مان ڪيلو ليند انڊيز کان ڊڄان ٿو."
"يانڪي تي ڀروسو ڪر، منهنجا ٻچا! عظيم ڊي ميگ گيو کي وساري ڇڏ."
"مان ڊيٽ رائيٽ جي ٽائيگرز (بيس بال جي ٽيمن جو نالو) ۽ ڪليو ليند انڊينز ٻنهي کان ڊڄان ٿو."
"هوشيار ٿيءُ، ڇا تون سنساتي جي بريڊرس (بيس بال جي ٽيمن جو نالو) ۽ شڪاگو جي وائيٽ (بيس بال جي ٽيمن جو نالو) رابن کان به نه ڊڄندين؟"
"تون انهيءَ کي پڙهه. جڏهن مان واپس اچان ته مون کي ٻڌائجانءِ."
"تنهنجو ڇا خيال آهي ته ڇا اسان پنجاهه نمبر جي هڪ لاٽري خريد ڪيون؟" ڇو ته سڀاڻي 85 هون ڏينهن آهي.
"ها اسان ائين ڪري سگهون ٿا." نينگر چيو.
"پر تون پنهنجي 87 ڏينهن واري ريڪارڊ جي باري ۾ ڇا چوندين؟"
"ٻيهر ائين نه ٿو ٿي سگهي. تنهنجو ڇا خيال آهي؟ هڪ 85 هون نمبر ملي سگهي ٿو."
"مان ان جي گهُر ڪري سگهان ٿو."
هڪ شيٽ يعني اڍائي ڊالر جو. پر اهو قرض ڪنهن کان وٺندين؟
"اهو ته بلڪل سؤلو آهي. مان ڪنهن به وقت اڍائي ڊالر اڌارا وٺي سگهان ٿو."
"منهنجو خيال آهي ته شايد مان اوڌر وٺي سگهان ٿو پر مان ڪوشش ڪيان ٿو ته ائين نه ڪرڻو پوي، ڇو ته پهريائين ته ماڻهو قرض، ڪٽندا آهن پوءِ انهن کي ڀنڻو پوندو آهي."
"گرم ٿيءُ پوڙها سائين، خبر اٿئي هي سيپٽمبر جو مهينو آهي. هن مهيني ۾ وڏيون مڇيون ايندڙيون آهن. پوڙهي چيو "مئي ۾ ته هر ڪو ئي مهاڻو ٻڻجي سگهي ٿو."
"مان هاڻي ساردين پڪڙڻ وڃان ٿو."
"جڏهن نينگر واپس آيو ته پوڙهو ڪرسيءَ تي سمهي چڪو هو ۽ سج هيٺ لهي چڪو هو. نينگر پراڻو فوجي ڪمبل بستري تان کڻي پوڙهي جي مٿان وجهي ڇڏيو." اهو به انوکو هنڌ هو. ايترو پوڙهو ٿي وڃڻ کان پوءِ به اڃان طاقتور هو ۽

ڪنڌ بہ مضبوط هوس. جڏهن پوڙهو ستل هوندو هو ۽ سندس منهُ اکين جهڪيل هوندو هو تہ ان جا گهنج ايترا وڌيڪ ڏسڻ ۾ نہ ايندا هئا. سندس قميص ۾ ايترا ٽانڪا لڳل هئس تہ اها بہ جهڙوڪ بادبان جيئان ٿي وئي هئي ۽ اس جي ڪري ٽانڪن جو رنگ بہ بنهہ مختلف ٿي ويو هوس. پر پوڙهي جو منهُ بلڪل پوڙهو هو ۽ جڏهن هن جون اکيون بند ٿينديون هيون تہ چهري تي زندگيءَ جا ڪي آثار نہ هوندا هئس. اخبار سندس گوڏن تي پئي هئس ۽ سندس ٻانهن جي وزن هن کي شام جي هوا ۾ برداشت ڪيو هو ۽ هن جا پير بلڪل اگهاڙا هئا.

نينگر هن کي اتي ئي ڇڏي هليو ويو ۽ جڏهن واپس آيو تڏهن پوڙهو سمهي چڪو هو.

الاڙيا "اٿ پوڙها سائين." نينگر چيو ۽ پوڙهي جي گوڏن تي پنهنجو هٿ رکيائين."

پوڙهي اکيون کوليون ۽ هڪ لمحي تائين اُهو ائين لڳو جيئن تمام گهڻو پري کان اچي رهيو هجي وري هُو کليو.

"ڇا آندو اٿئي؟" هن کانئس پڇيو.

"رات جي ماني" نينگر چيو اسان ماني کائيندا سون.

"مون کي تہ ايڏي بک ناهي لڳي."

"اچ تہ کائون. کائڻ بنا مڇي، نہ پڪڙي سگهندين!"

"مون ائين بہ ڪيو آهي." پوڙهي اٿندي چيو.

هن اخبار کڻي ويڙهي وري ڪمبل کي ويڙهڻ لڳو.

"ڪمبل اوڍي ڇڏ" نينگر چيو مان جيستائين جيئرو آهيان تہ تون بغير کائڻ جي مڇي نہ ٿو پڪڙي سگهين."

"شال! اوڏي ڄمار ماٺين پنهنجي صحت جو خيال رک." پوڙهي چيو.

"کائڻ لاءِ ڪجهہ آهي؟"

"اڇا چانور، تريل ڪيون ۽ مڇي مانيءَ جا ڊوڊا آهن"

نينگر انهن کي ٻن خانن واري ٽانو ۾ رکي ٽيرس تي کڻي آيو هو. هن جي کيسي ۾ ڇُري، ڪانٽن ۽ چمچن جا ٻہ سيٽ بہ هئا. هر سيٽ رومال ۾ ويڙهيل هوس.

پلا! "اهو توکي ڪنهن ڏنو؟"

"هوٽل جي مالڪ مارٽن."

"مون کي تہ انهيءَ جو شڪريو ادا ڪرڻ گهرجي."

"مان پهريائين انهيءَ جو ٿورو ادا ڪري ڇڏيو آهي."
نينگر چيو. "توکي انهيءَ جي مهرباني ادا ڪرڻ جي ڪا به ضرورت ناهي."
"مان انهيءَ کي هڪ وڏي مڇي جو گوشت ڏيندس پوڙهي چيو "ڇا ان ڪان پهريائين به اسان اهڙو سلوڪ ڪيو آهي؟"
"منهنجو خيال آهي "ها"
"تڏهن ته مون کي گوشت کان سواءِ ڪجھ بيو به ڏيڻ گهرجي. هو اسان جو تمام گهڻو خيال رکي ٿو."
"هن به بيئر به موڪليون آهن."
"مون کي ٽين جي دٻي واري بيئر سڀ کان وڌيڪ پسند آهي."
"مون کي خبر آهي، پر اهو بوتل ۾ آهي. هاڻوي بيئر (هلڪي شراب جو نالو) ۾ مون کي اهي بوتلون به واپس ڪرڻيون آهن."
"اها ته تنهنجي وڏي مهرباني آهي، پوڙهي چيو. "ڇا ڪائڻ شروع ڪيون؟"
"مان ته توکي پهريان ئي چئي رهيو آهيان. نينگر ڏري لهجي ۾ چيو.
"مان ان وقت تائين ڪاڏي جو ٿانو ڪو نه کوليندس، جيستائين تون تيار نه ٿيندين."
"مان هاڻي تيار آهيان." پوڙهي چيو. مون کي ته رَڳو هٿ منهن ڌوئڻ جي لاءِ وقت کپندو هو."
اڙي! "تون ڌوتو ڪٿي آهي؟" نينگر دل ۾ سوچيو ڳوٺ جي پاڻيءَ جو نلڪو ٻن گهٽين ڪان پري آهي. ان جي لاءِ هتي پاڻي ڪٽي ايندس. نينگر سوچيو. ان سان گڏ ئي صابڻ ۾ هڪ سٺو ٽوال پڻ آڻيندس. مان ڇو ايترو لاپرواهه آهيان؟
مون کي هڪ ٻي قميص ۽ سيءَ جي لاءِ هڪ ڪوٽ به ضرورت ۾ آهي
"تنهنجو گوڙ تمام گهڻو پريشان ڪندڙ آهي." پوڙهي چيو.
"مون کي بيس بال جي باري ۾ ٻڌاءِ." نينگر ڪائنس پڇيو.
"آمريڪن ليگ (راند جو مقابلو) ۾ يانڪي ئي ڪٽندو." مون پهريون ئي چيو هو پوڙهي خوشيءَ وچان چيو.
"اهو اڄ هارائي ويو." نينگر کيس چيو.
"ڪائي ڳالهه ناهي" عظيم ڊي ميگ ڳيو ڀيهر اڇي ويو آهي."
"ان جي ٽيم ۾ ٻيا ماڻهو به آهن."

ها! "بلڪل هوندا، پر ان جي ڳالهه ئي ٻي آهي." ٻي ليگ مان فلاڊلفيا (بيس بال جي آمريڪي ٽيمن جو نالو) ۽ بروڪلين (بيس بال جي آمريڪي ٽيمن جو نالو) جي وچ ۾ مون کي بروڪلين کي چونڊڻ گهرجي، پر مون کي ڊِڪ سيلسر جو خيال اچي ٿو ۽ پراڻي پارڪ ۾ اهي عظيم ڪارناما." جيڪي انهن سرانجام ڏنا.

"ان سان ڪوئي مقابلو ئي ناهي، مون راند کي ايترو پري هٽ لڳائيندي ڪنهن کي به نه ڏٺو آهي."

"ڇا توکي ياد آهي؟ جڏهن اهو ٽيرس تي ايندو هو؟

مان اوڏانهن مڇي پڪڙڻ جي لاءِ وڃڻ چاهيندو هوس پر مون کي ان کي چوڻ جي همت ئي نه ٿيندي هئي پوءِ مون توکي چيو هو ته انهيءَ کي چئه. پر تون به ڊڄڻو نڪتين."

"مون کي سُڌ آهي ته اها وڏي چُڪ هئي. اهو به ٿي سگهي ٿو ته هُو اسان سان ساڻ هلي، پوءِ اسان سڄي زندگي انهيءَ کي ياد ڪيون ها."

"مان عظيم ڊي ميگ گيو کي مڇي پڪڙڻ جي لاءِ وٺي وڃڻ پسند ڪندس." پوڙهي چيو. ماڻهو چوندا آهن ته هن جو پيءُ هڪ مهاڻو هو. ٿي سگهي ٿو اهو اسان جهڙو ئي غريب هجي."

عظيم سيسلر جو پيءُ ڪڏهن به غريب نه هو ۽ هُو يعني ابو جڏهن منهنجي عمر جو هو تڏهن به وڏي وڏي ٽيم ۾ کيڏندو هو."

"جڏهن مان تنهنجي جمار جو هوس ته هڪ سڌي رسين واري جهاز جي سامهون هوس ۽ شام جي ڪناري تي مون شينهن ڏٺا هئا."

"مون کي خبر آ. تون مون کي چيو هو."

"پلا اسان آفريقا جون ڳالهيون ڪيون يا بيس بال جون؟"

"منهنجو خيال آ ته بيس بال جون." نينگر چيو. مون کي عظيم جان مِڪ گرا جي باري ۾ ڪجهه ٻڌاءِ؟ هن جي بجاءِ جوٽا (Jota) پڇيو.

اوائلي زماني ۾ اهو ڪڏهن ڪڏهن ٽيرس تي ايندو هو. پر هُو ڏاڍو تکو ۽ تيز ڳالهائيندو هو ۽ شراب پيئڻ وقت ته وڏي مشڪل سان جهل ۾ ايندو هو. هن جو ڌيان گهوڙن ڏانهن به هو ۽ بيس بال ۾ وري گهوڙن جي فهرست ته هُو هر وقت کيسي ۾ کڻي گهمندو هو ۽ اڪثر ٽيليفون تي گهوڙن جا نالا ٻڌائيندو هو."

"هُو هڪ سٺو مئنيجر هو." نينگر چيو منهنجي ابي جو خيال آهي تمام گهڻو اخلاق سان سرشار هو."

چو تہ اڪثر ھُواتي ايندو ھو. پوڙھي چيو "جيڪڏھن ٻور وڪر بہ ھر سال ھتي ايندو رھي ھا تہ تنھنجو پيءُ ھن کي وڏو مئنيجر سمجھي ھا."

"پلا عظيم ترين مئنيجر دراصل ڪير آھي؟ لُو ڪوئي يا مائڪ گرنزليز"

"منھنجو خيال آھي تہ ٻئي برابر آھن."

اھڙيءَ ريت! سڀ ڪان سٺو مھاڻو تون آھين

نينگر چيو سٺا مھاڻا تہ تمام گھڻ آھن ۽ ڪجھ "عظيم بہ آھن پر تنھنجي ڳالھہ ئي ٻئي آھي."

"مھرباني" تون مون کي خوش ڪرين ٿو منھنجو خيال آھي ايتري وڏي مڇي ڪو نہ ايندي جيڪا اسان کي غلط ثابت ڪري سگھي.

"جيڪڏھن تون واقعي ايترو طاقتور آھين جيترو تون چوين ٿو تہ اھڙي ڪائي مڇي ناھي."

"مان سمجھان ٿو تہ مون ۾ ايتري طاقت ناھي جيترو منھنجو خيال آھي پوڙھي چيو "پر مان تمام گھڻيون اٽڪلون ڄاڻان ٿو ۽ وري منھنجي ھمت بہ بلند آھي."

"توکي ھاڻي سمھڻ گھرجي تہ جيئن صبح تائين تازو توانو ٿي وڃين. مان اھي شيون ڪٽي ٽيرس تي ويندس."

"ٺيڪ آ, خدا حافظ مان توکي صبح جو اٿاريندس."

"تون منھنجي الارم جي واچ آھين" نينگر چيو.

"منھنجي عمر آلارم جي واچ آھي." پوڙھي چيو.

"اسان ايترو جلدي ڇو جاڳي پوندا آھيون؟ ڇا وڏيڪ ڊگھي ڏينھن جي خاطر ايترا سانباھا ڪندا آھيون؟

"مون کي خبر ناھي." نينگر چيو "مان تہ صرف ايترو ڄاڻان ٿو تہ نوجوان ڇوڪرا دير تائين ۽ گھري ننڊ ڪندا آھن."

"مان ياد رکندس. پوڙھي چيو "۽ توکي وقت تي جاڳائيندس."

"مان نہ ٿو چاھيان تہ ھو مون کي جاڳائي. ان سان ائين لڳي ٿو تہ مان ان جي حڪم ھيٺ ھجان."

"مون کي خبر آھي."

"چڱي پر سمھي پئہ پوڙھا سائين."

نينگر ٻاھر ھليو ويو جڏھن انھيءَ ماني ڪاڏي تہ ميز تي روشني بہ نہ

هئي. پوڙهي پنهنجي سٽڻ لاٿي ۽ اونداهيءَ ۾ بستري تي ليٽي پيو. هن پنهنجي پتلون کي ويڙهي سيڙهي ويهاڻو ٺاهيو ۽ ان ۾ اخبار بہ وجهي ڇڏيائين. هن پنهنجو پاڻ کي ڪمبل ۾ اوڍي ڇڏيو ۽ ٻين اخبارن تي سمهي پيو جيڪي پلنگ جي اسپرنگ تي پيل هيون.

هڪدم ئي هن جي اک لڳي وئي ۽ خواب ۾ هن آفريقا ڏٺو جڏهن هو ڇوڪرو هو ۽ ڊگها سونهري صاف ڪنارا ڏٺائين. ايترا صاف سٺا جو ان سان اکيون معطر ٿيون وڃن ۽ وڏا وڏا پورا جبل ڏٺائين. هاڻ هو هر رات انهن ڪنارن تي گذارو ڪندو هو ۽ خواب ۾ هن هيانءَ ڏاريندڙ ڪناري جي لهرن جي گونج ٻڌي ۽ ڏٺائين تہ ديسي ٻيڙيون چيرينديون اچي رهيون آهن. هن سمهندي ٻيڙي جي تختي جي رسي ۽ لڪ جي تيل جي بوءِ سنگهي ۽ پوءِ هن آفريقا جي بوءِ سنگهي جيڪا خشڪيءَ کان اچڻ واري صبح جي ٿڌڙي هير آڻيندي آهي.

عام طور تي جڏهن خشڪيءَ جي هير جي بوءِ ايندي هئي تہ هو اُٿي ويهي رهندو هو ۽ ڪپڙا پهري نينگر کي اٿارڻ جي لاءِ ٻاهر ويندو هو پر اج تہ هوا جي خوشبوءِ تمام گهڻو جلد اچي وئي هئي. هن خواب ۾ ئي اندازو لڳايو تہ اڃان تمام گهڻي ساجهر آهي، ان لاءِ هن پنهنجا خواب جاري رکيا. هن ٻيٽن جون سفيد چوٽيون سمنڊ ۾ بلند ٿينديون ڏٺيون، ان کان سواءِ تمام گهڻن بندرگاهن ۽ اڪيچار ٻيٽن جي نظارن جا خواب ڏسندو رهيو.

هن کي طوفان جا خواب ڪو نہ ايندا هئا، نہ عورتن، وڏن واقعن، وڏين مڇين، جنگين، ويڙهاند ۽ نہ ئي وري ڪيس شڄاڻ وڃيءَ جا خواب ايندا هئا. هاڻي هن کي خواب ۾ صرف مختلف هنڌن ۽ ڪنارن جن تي شينهن ڏسڻ ۾ واضح ايندا هئا. هو شام جي ڏنڊ ۾ ٻليءَ جي ٻچن سان کيڏندو هو. هن کي انهن سان ايتري ئي محبت هئي، جيتري نينگر سان ڪندو هو.

هو نينگر جي باري ۾ ڪڏهن بہ سپنا ڪو نہ ڏسندو هو. تنهن کان پوءِ هي جاڳي پيو. هن کليل دروازي منجهان چنڊ ڏانهن نظر وڌي ۽ پنهنجي ويڙهيل شلوار کي کولي پائي ڇڏيائين. هن جهوپڙيءَ کان ٻاهر پيشاب ڪيو ۽ پوءِ نينگر کي اٿارڻ جي لاءِ رستي تي آيو. صبح جي ٿڌڪار هجڻ ڪري هُو ڏڪي رهيو هو. پر انهيءَ کي خبر هئي تہ ٿوري دير ڏڪڻ کان پوءِ هُو گرم ٿي ويندو. ان کان سواءِ ٿوري دير بعد هن کي ٻيڙيلو هلائڻو پوندو.

جنهن گهر ۾ نينگر رهندو هو. انهيءَ دروازي کي ڪنڊي لڳل ڪو نہ هوندي هئي. هن انهيءَ کي کوليو ۽ پنهنجي اگهاڙين پيرين سان خاموشيءَ سان

اندر داخل ٿيو. نينگر پهريائين ڪمري ۾ پنهنجي ڪٽ تي ستل هو ۽ ساهه پٽيندي چنڊ جي روشنيءَ ۾ هن کي بخوبيءَ ڏسي رهيو هو هن نرميءَ وچان سندس پيرن کي لوڏايو. نيٺ نينگر جاڳي پيو ۽ آرسيون پچيندي ڏانهس ڏٺائين. پوڙهي اشارو ڪيو ۽ نينگر بستري جي آڏو رکيل ڪرسيءَ تان پنهنجي شلوار چڪي ۽ بستري تي ويهندي اُها آرام سان پاتائين.

پوڙهو دروازي کان ٻاهر نڪتو ۽ نينگر به سندس پويان پويان آيو. هو اڃان تائين خوابناڪ هو پوڙهي ڪلهي تي پنهنجو هٿ رکندي چيو "مون کي ڏاڍو افسوس آهي."

"اڙي!" نينگر چيو "اهو ته هر ماڻهوءَ کي ڪرڻو آهي رستي تان لهي هو پوڙهي جي جهوپڙيءَ ۾ پهتو ته نينگر ٽوڪريءَ ۾ رکيل ڏورين جو بنڊل ۽ هارپون گڏوگڏ بادبان جي ڪاٺي کنئي ۽ پوڙهي سمهنديءَ ئي بادبان وارو ساموندي جهاز وارو ٽنبُ ڪلهي تي کنيو.

"چانهه پيئندين؟" نينگر کانئس پڇيو.

"سڀ کان پهريائين هي سامان ٻيڙي ۾ رکون ٿا. تنهن کان پوءِ چانهه پيئنداسون."

صبح جو هوٽل ۾ جتي مهاڻا ايندا آهن، اتي انهن ٿڪي ڪير جي دٻن ۾ چانهه پيتي.

پوڙها سائين! ڀلا رات جو ننڊ ڪيئن آيئي؟" کانئس نينگر پڇيو هاڻي هُو جاڳي چڪو هو جيتوڻيڪ! ننڊ کي ڇڏڻ هن جي لاءِ ڏاڍو مشڪل هو.

"ڏاڍي سٺي مينولين" پوڙهي چيو "اڄ مان تمام گهڻو پر اعتماد آهيان."

"مان به" نينگر چيو.

"تون جڏهن پنجن ورهين جو هئين ته مان توکي شيون ڪٽي وجڻ جي لاءِ ڏيندو هوس."

مون کي خبر آهي نينگر چيو "مان اڇو اچان ٿو ۽ تون جيستائين چانهه پيءُ هتي منهنجو حساب هلي ٿو.

"پيرين اگهاڙي "آمونگي" جي جبلن تي هلندي هُو برف خاني ڏانهن هليو ويو جتي ڪجهه مڇيون رکيل هيون.

پوڙهي آهستي آهستي چانهه پيتي چو ته انهيءَ تي هن کي سمورو ڏينهن ڪاٽڻو هو ۽ هن کي خبر هئي ته ان کي پيئڻ جي ضرورت آهي. تمام گهڻن ڏينهن جو ڪاڏو ڪاڻ ڪري کيس بيچيني ٿي رهي هئي. ان ڪري هو

پنهنجو ڪاڏو به گڏ ڪو نہ کڻي ويندو هو. ٻتيلي جي اڳئين حصي ۾ پاڻيءَ جي هڪ ٻوتل رکيل هيس، اها هن لاءِ سموري ڏينهن جي لاءِ ڪافي هئي.

نينگر اخبار ۾ ويڙهي مڇي کڻي آيو ۽ هُو ڏِنڊيءِ ڪان ٿيندو ٻتيلي وٽ پهتو. پٿرن جي واري سندس هيٺان لڳي رهي هئي. ٻتيلي کي کڻي ان پاڻيءَ ۾ ڌڪي چڙهيائين.

شل! "توهان جو سٺو نصيب ٿئي."

"۽ توهان جو به!...." پوڙهي چيو هن ٻتيلي کي هلائڻ وارن ڳنن جون رسيون ٻتيليجي ڪِلن سان ٻڌيون ۽ پاڻيءَ ۾ ٻتيلي کي هلائڻ واري ڳن جي زور سان اڳتي جهڪي اونده ۾ ٻتيلي کي بندرگاهه کان ٻاهر ڌڪڻ لڳو. ڪجهه ٻين ڪنارن کان ڪليل سمونڊ ۾ وڃڻ واريون ٻيون ٻيڙيون به هيون. پر افسوس هاڻي پوڙهو انهن کي ڪو نہ ڏسي رهيو هو ڇو تہ چنڊ جبلن کان هيٺ لهي چڪو هو. پر هن ٻتيليڪي هلائڻ واري ڳنَ جو پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ ۽ چيرڻ جا آواز پئي ٻڌا.

ڪيترائي ٻيرا ڪنهن ٻتيليءِ ڳالهائڻ جا آواز به اچڻ لڳا. پر اڪثر ٻتيلا ان سلسلي ۾ خاموش هئا. بس رڳو ڳن جي هلڻ جا آواز اچن پيا. بندرگاهه جي حصي کان ٻاهر نڪري اهي ٻري ٻري تائين پکڙجي ويا هر هڪ سمنڊ جي ان حصي طرف روانو ٿيو. جتي انهن کي مڇي ملڻ جي وڏيڪ اميد هئي. پوڙهو ڄاڻي ورتو تہ هن کي تمام گهڻو ٻري وڃڻو آهي. هو خشڪيءَ جي خوشبوءِ کي پوئتي ڇڏي آيو ۽ ڪليل سمنڊ جي صبح جي تازي خوشبوءِ ۾ نڪري آيو. جڏهن هُو سمنڊ جي ان حصي تي پهتو جنهن کي مهاڻا اپسمنڊ چوندا آهن. اتي گهرائي اوچتو ست سؤ فوٽ ٿي وئي. هن اپسمنڊ ۾ ننڍين ٻوٽن جي فاسفورس جهڙي چمڪ ڏٺي. هتي پاڻيءَ جا وهڪرا اوچتو سمنڊ جي گهري تري سان ٽڪرائيندي ڳن ٻڌجي وڃن پيا. ۽ هر قسم جون مڇيون هتي هلي اچن پيون. هتي گانگڻ (مڇيءَ جو قسم) ۽ ننڍي مڇي، جنهن کي اوڳاهه طور استعمال ڪيو ويندو آهي جا جٿا هئا. ڪيترائي ٻيرا ڇاڳرنِ جا ٽولا اتي ۾ جمع ٿي وڃن پيا. رات جي وقت اهي مٿاڇري جي آڏو اچن پيون ۽ سموريون ڀٽڪيل مڇيون انهن کي خوراڪ بڻائن پيون.

اونداهيءَ ۾ پوڙهي صبح جي اڀرڻ وقت محسوس ڪيو ۽ ٻتيلي لڏڻ سان هن اڏرندڙ مڇين جو ڪنبندڙ آواز ٻڌو جيڪو پاڻيءَ کي ڇڏيندي پيدا ٿيندو آهي.

هُو انهن اڏرندڙ مڇين جو ڏاڍو شوقين هو ڇو تہ سمنڊ ۾ اهي ئي هن جون

خاص دوست هيون.

هن کي پکين تي بہ ڏاڍو رحم ايندو هو. خاص طور تي ننڍي نازڪ سياهہ سفيد پاڻيارن پکين تي جهجهو ايندو هو جيڪي هميشہ اڏرندي نشاني ۾ رهندا هئا ۽ شايد ڪڏهن اهي حاصل ڪجن هن سوچيو.

پکين جي زندگي تہ اسان کان بہ تمام گهڻي ڏکي ٿيندي آهي. سواءِ چور پکين جي. جڏهن سمنڊ گهڻو ظالم ٿي ويندو آهي جو پکين کي ساموندي ابابيلن جهڙو نازڪ ۽ آزاد ڪو نہ بڻائيندو آهي. اهي تہ تمام گهڻا رحمدل ۽ خوبصورت هوندا آهن. پر اهي تمام گهڻا ظالم بہ ٿي سگهن ٿا ۽ ائين اوچتو ٿيندو آهي ۽ هي پکي جيڪو مڌر ۽ نغمگي آواز ڪڍن پيا. اهي غوطا هڻن ٿا ۽ پڻ شڪار ڪندي ڦرن ٿا. اهي سيئي سمونڊ جي مقابلي ۾ تمام گهڻا نازڪ بڻايا ويا آهن.

هُو هميشہ "لامارا (هسپانوي ٻوليءَ ۾ سمنڊ کي چيو ويندو آهي) بابت سوچيندو هو جيڪو ماڻهو ڪنهن سان محبت ڪندو آهي. انهيءَ جي باري ۾ بري ڳالهہ بہ ڪري چڙيندو آهي. جڻ تہ اهو ڪائي عورت هجي. ڪجهہ نوجوان مهاڻا جيڪي پنهنجي ڄار کي وڇائڻ جي لاءِ بواءِ (Buoy) (سمنڊ جي لاءِ مؤنث لفظ) استعمال ڪندا آهن. جن شارڪ مڇي ماري ڪافي پئسا گڏ ڪيا آهن ۽ موٽر بوٽ خريد ڪيا اٿائون. اهي انهيءَ کي "اِل مار" (Elmar) (هي هسپانوي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ خالي ٿانءُ آهي. جيڪو پاڻيءَ تي ترندو رهندو آهي) بہ چوندا آهن. اهي هن جي باري ۾ اهڙي گفتگو ڪن ٿا جهڙوڪ اهو ان جو حريف هجي.

هُو بتيلو مسلسل هلائيندو رهيو ۽ انهيءَ ۾ هن کي وڌيڪ محنت ڪو نہ ڪرڻي پئي، ڇو تہ هن رفتار پنهنجي حد ۾ رکي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿيڻ وارن ساموندي وهڪرن جي سطح بلڪل هڪ ڪري هئي اهو ڪم اڌ تہ وهڪرن کي ئي ڪرڻ جي لاءِ ڏئي رهيو هو ۽ جڏهن روشني پکڙجي وئي تہ هن ڏٺو تہ ان وقت تائين جيستائين پهچڻ جي اميد ڪري رهيو هو ان کان اڳ ۾ ئي نڪري آيو آهي.

هڪ هفتي تائين تہ مان سمنڊ ۾ بغير ڪم جي ڦرندو رهيس. هن سوچيو تہ اڄ مان اتي ويندس جتي بونيتا (مڇيءَ جو نالو) ۽ البارڪو (مڇيءَ جو نالو) جام ملن ٿيون ۽ ٿي سگهي ٿو تہ انهن مان ڪائي وڏي مڇي ملي وڃي.

روشني ٿيڻ کان پهريائين هن پنهنجي گنڊي ٻاهر ڪڍي هُو وهڪري سان گڏوگڏ هلي رهيو هو هڪ ڪنڍي چاليهہ فوٽ هيٺ هئي. جڏهن

تہ ہي 75 فوٽ ٽئين ۽ چوٿين ڪنڊي نيري پاڻيءَ ۾ 125 فوٽ هيٺ هئي. هر ڪنڊي ان ۾ هيٺ هئي جو انهيءَ ۾ سرس اُوڳاهه وڏل هو.

نينگر هن ڪي بہ تازيون نئڊيون ٽونا ۽ البارڪو (هڪ ننڍي مڇي) ڏنائين جيڪي ہٿي چار ۾ ڦاٽل ڦٽڪي رهيون هيون وري ہٿي چار ۾ هن هڪ وڏي نيري مڇي ڦاسائي رکي هئي. جنهن ڪي پهريائين تہ استعمال ڪيو ويو هو. پر اها اجان تائين چڱي حالت ۾ هئي. انهيءَ سان گڏ ساردين مڇي بہ مئل هئي جيڪا انهن ڪي سٺي خوشبوءِ مُهيا ڪري رهي هئي جنهن پنهنجو ڌيان هڪدم ڇڪائي ڇڏيو هو. هر ڏور گولائيءَ ۾ وڏي پينسل جيتري ٿلهي هئي. جنهن سان هڪ هڪ لام ہڌل هئي تہ جيئن مڇي ڪنڊيءَ کي ڇڪي تہ لام لڏي. هر ڏور سان چاليهہ فوٽ ڏور جو ڇڳو هو. جيڪو ضرورت پٽاندڙ ہين ڏورين سان گڏ ٻڌي سگهجي پيو. اهڙي طرح جيڪڏهن ضرورت پوي تہ هڪ مڇي ٽي سو فوٽ کان وڌيڪ ڏور کڻي سگهي.

هاڻي پوڙهو ٻتيلي جي پاسي ۾ ٽن ڪاٺين جي دہاءَ کي غور سان ڏسي رهيو هو ۽ آهستي آهستي ٻتيليهلائي رهيو هو تہ جيئن ڏوريون هيٺ ۽ مٿي بلڪل سڌي ۽ مناسب گهرائيءَ ۾ رهن. هاڻي گهٽي روشني ٿي چڪي هئي ۽ ڪنهن بہ لمحي سج نڪري پئي سگهيو.

سج آهستي آهستي سمنڊ کان نڪري آيو هاڻي پوڙهو ہين ٻتيلن کي ڏسي پئي سگهيو. جيڪي پاڻيءَ کان پري هيٺ طرف ڪناري جي آڏو وکريل هيون. تنهن کان پوءِ سج وڌيڪ روشن ٿي ويو ۽ تيزيءَ سان چمڪڻ لڳو ۽ جيئن جيئن سج مٿي چڙهندو ويو تيئن تيئن ساموندي اونداهي سندس اکين تي پوڻ لڳي. هو بجاءِ اوڏانهن ڏسڻ جي ٻتيلو هلائڻ لڳو. هن نوڙي پاڻيءَ ڏانهن ڏٺو جتي ڏوريون سڌيون رکيون هئائين. اتي اچڻ وارين مڇين جو انتظار ڪري رهيو هو جتي هُو ڏور اڇليندو هو ہيا ماڻهو ڪيس انهيءَ جڳهہ تي وبهڻ ڏيندا هئس جتان مڇيون بيشمار ايندڀون هيون. هو سٺ فٽن جي گهرائيءَ ۾ ڏور اڇليندو هو.

پر هن جي قسمت اجان تائين ڪونہ کلي هئي يعني اجان تائين سڀي ڪونہ لڳي هئس: پر ڪير ڄاڻي؟ اهو ممڪن آهي تہ اڄ قسمت جي ديوي منهنجي مٿان مهربان ٿي وڃي. حقيقت ۾ هر ڏينهن هڪ نئون ڏينهن هوندو آهي. جنهن لاءِ اسان تيار هوندا آهيون.

سج نڪرندي ہہ ڪلاڪ گذري چڪا هئا. ۽ اوپر ڏانهن ڏسندي سندس اکيون وڌيڪ انڌيون ڪونہ پئي ٿيون. هاڻي صرف ٽي ٻتيلا نظر اچي

رهيا هئا ۽ اهي بہ تمام گهٽو هيٺ ڪناري جي آڏو ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا.
سموري چمار اپرندڙ سج منهنجي اکين کي ڏکايو آهي. هن سوچيو. پر پوءِ بہ چڱيون آهن. مان شام جو سڏ وان ڏائهن ڏسي سگهان ٿو. پوءِ بہ منهنجي اکين اڳيان اونده نہ ٿي اچي. پر صبح جو تہ ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي.
ٺيڪ ان وقت هن هڪ جهنگلي پکي ڏٺو جيڪو پنهنجون ڪاريون ڊگهيون کنبڙاٽيون ڦهلائيندي اڳتي آسمان ۾ چڪر ڪاٽي رهيو هو. اوچتو هن غوطو لڳايو هن جون کنبڙاٽيون پوئتي مڙيل هيون وري هن چڪر لڳايو.
"ان کي ضرور ڪجهہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو." پوڙهي وڏي آواز ۾ چيو "اهو صرف ڳولا ئي ڪو نہ ڪري رهيو آهي."
هو آهستي آهستي انهيءَ سمي بتيليڏ ڪي رهيو هو جتي پکي چڪر ڪاٽي رهيا هئا. هن ڪا بہ تڪڙ ڪو نہ ڪئي ۽ پنهنجي ڏورين کي مٿي کان هيٺ تائين سڌو هلايو ان کان سواءِ هو وهڪري ۾ ڪجهہ وڌيڪ داخل ٿي ويو. اهڙي طرح هُو پکين کي ڏسي ڪجهہ تيز رفتاريءَ سان وڃي رهيو هو پر ان جي باوجود هُو بلڪل صحيح طريقي سان مڇيون ماري رهيو هو.
پکي هوا ۾ ٿورو اچان وڌيڪ مٿي چڙهيو ۽ ڊگهو چڪر ڪاٽيو. ان جون کنبڙاٽيون بلڪل ٽڪجي چڪيون هيون پوءِ ان اوچتو غوطو لڳايو ۽ پوڙهي ڏٺو تہ اڏرندڙ مڇيون پاڻيءَ کان اڇل ڪائي تواٽيءَ ۾ ڪپ تي تري رهيون هيون.
"ڊولفن" پوڙهي وڏي گرجندڙ آواز سان چيو "وڏي ڊولفن" هن ڳن ڪنيا ۽ ڪمان جي هينان هڪ ننڍي ڏور ڪڍيائين. انهيءَ ۾ تارڪاليبر (ڪنڊي ۽ ڏور جي وچ ۾ تعلق جيڪو ڪنڊيءَ کي ڏور سان ملائي ٿو) ۽ ڊگهو ڪوڪو لڳل هو. هن انهيءَ ۾ هڪ ساردين جو اوڳاهہ وڌو. پوءِ هن ڏور پاڻيءَ ۾ ڇڏي ڏني ۽ ان کي بتيلي جي ڪنهن ڪنڊ سان ٻڌي ڇڏيائين. وري هن هڪ ٻئي ڪنڊيءَ ۾ اوڳاهہ وڌو ۽ ان کي ڪمان جي پاسي ۾ ئي وڏل ڇڏي ڏنائين. ان کان پوءِ هو وري بتيلي کي ڇڪڻ لڳو ۽ ڊگهين کنبڙاٽيـن واري ڪاري پکيءَ کي ڏسڻ لڳو جيڪو هاڻي پاڻيءَ جي ڪناري تي پنهنجي ڪم ۾ جُنبجي ويو هو.
هن پکيءَ کي پنهنجيون کنبڙاٽيون کوليندي غوطو هڻندي ۽ وري پر پکيڙيندي اڏرندڙ مڇين جو پيڇو ڪندي ڏٺو هاڻي پوڙهي پاڻيءَ جي انهيءَ گهٽ رفتار واري اڀار کي چڱي پر ڏسي پئي سگهيو. ننڍين مڇين جي پيٽ ۾ ڊولفن پاڻيءَ کي تيزيءَ سان چيريندي اڳتي وڌي رهي هئي. جڏهن مڇيون پاڻيءَ ۾ وڃي

رهيون تہ اها اتي ئي موجود هئي. اها تہ ڊولفن جي وڏي ٽولي هئي. هن سوچيو اها ڪافي پڪڙيل آهي ۽ اڏرندڙ مڇين جي بچڻ جو انديشو گهٽ آهي. پکين جي لاءِ بہ ڪوئي موقعو ناهي. اڏرندڙ مڇيون هن جي لاءِ وڏيڪ وڏيون آهن. اهي وڏيون تيز آهن.

هُو اڏرندڙ مڇين جو هر هر پاڻيءَ سان ڪُڏڻ ۽ پکين جي ناڪام ڪوشش ڏسندو رهيو. اها ٽولي هاڻي مون کان ڏور هلي وئي آهي هن سوچيو. اها وڏي تيزيءَ سان پري وڃي رهي هئي. پر شايد مان هڪ اڌ ٽڙيل پکڙيل مڇي پڪڙي سگهان ۽ ممڪن آهي تہ منهنجي وڏي (مڇي) ان جي آڌو ئي هجي. منهنجي وڏي مڇي ڪٿي نہ ڪٿي ضرور هوندي.

هاڻي خشڪيءَ تان ڪڪر جبلن جيئان مٿي ٿي رهيا هئا ۽ ڪنارو سر سبز هئڻ جو ڏيک ڏئي رهيو هو ڀُوريون ۽ نيريون پهاڙون هن جي پويان هُيون. هاڻي پاڻي گهرو نيرو ٿي رهيو هو ايترو گهرو جو اهو تقريبن واڱڻائي ڏسڻ ۾ پئي آيو. هن جهڪي پاڻيءَ جو جائزو ورتو تہ گهري پاڻيءَ ۾ هن اها انوکي روشني ڏٺي. جيڪا سج مان پيدا ٿي رهي هئي. هن پنهنجي ڏور جو ڏيان سان جائزو ورتو جيڪا پاڻيءَ ۾ هيٺ وڃي نظرن کان غائب ٿي وئي هئي ۽ ايڏو سينور ڏسي هُو ڏاڍو سرهو ٿيو. ڇو تہ اِن جو مطلب اِهو هو تہ مڇي موجود آهي. سج جيڪو پاڻيءَ ۾ عجيب قسم جي روشني پکيڙي رهيو هو ان جو مطلب هو تہ موسمَ چڱي ٿيندي ۽ خشڪيءَ تي بادلن جي شڪل جو بہ اهو ئي مطلب هو پر پکي اکين کان هاڻي اوجهل ٿي چڪا هئا. پاڻيءَ جي مٿاڇري تي سواءِ اس جي روشني ٿي ۽ زرد خودرو سرگاسو (هڪ آبي نباتات) ۽ پرتگالي جنگي (Portugese man of war) (هڪ قسم جو ساموندي جانور) کان سواءِ جيڪو بتيلي جي پاسي ۾ تري رهيو هو هن کي ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ ڪو نہ اچي رهيو هو هن هڪ آرسائي پڳي پوءِ سڌو ٿي ويو ۽ بلبل جيان خوشيءَ منجهان تري رهيو هو ۽ هن جي واڱڻائي رنگ جي ڦاٽل ريشمي ڦندڻ هڪ فٽ پوئتي پاڻيءَ ۾ وهندا رهيا.

هن پنهنجي بتيلي جي ڳن کان مُڙي پاڻيءَ ڏانهن ڏٺو تہ ننڍيون مڇيون ڏسڻ ۾ پئي آيون. جڏهن پوڙهو ڪنهن وڏي مڇيءَ کي پڪڙيندو هو تہ ننڍڙيون ڳرڙيون هن جي ڏور ۾ چنبڙي پونديون هُيون. سندس هٿن ۽ ٻانهن ۾ زخم ٿي پوندا هئا بلڪل ائين جيئن زهريلي ٻلوط (وڻ جو نالو جنهن کي شاهہ ٻلوط چوندا آهن) کي ٿيندا آهن.

ست رنگو بلبل ڏاڍو خوبصورت آهي، پر هي سمونڊ جي سپ کان

وڏيڪ ننڍي شيءِ آهي. جڏهن ان کي پوڙهو ڏسندو هو تہ وڏا ساموندي ڪڇون هن کي کائي رهيا آهن تہ کيس وڏي خوشي ٿيندي هئي. ڪڇن ان کي ڏنو تہ سامهون ڏانهس وڌيا ۽ ان طرح اکيون بند ڪيون. پوءِ ان جي مڪمل سخت کل چڙهي وئي. پوءِ انهن کي مڪمل طرح سان کائي ويو.

ڪڇون جڏهن گرڙيون کائيندا هئا تہ پوڙهي کي تمام گهڻي خوشي ٿيندي هئي. طوفان کان پوءِ جڏهن اهي ڪناري تي هوندا هئا تہ پوڙهي کي انهن کي ايذائيندي ڏاڍو مزو ايندو هو. ان وقت هُو انجي ڪنڊي دار پيرن هيٺان چيپاٽجي ويندو هو.

هن کي صحتمند ڪڇن ۽ بازَ جي ڇهنب ڏاڍي وڻندي هئي. ڪڇن جي باري ۾ هن جا خيال ڪي گهڻا پراسرار نہ هئا. تنهن هوندي بہ! هو ڪيترائي سال ڪڇون پڪڙڻ وارين ٻيڙين ۾ رهيو هو هن جي دل ۾ انهن سڀني جي لاءِ همدردي هئي. انهن جهاز جهڙن ڪڇن جي لاءِ جيڪي ٻيڙي جهڙا ڊگها هوندا آهن. جنهن جو وزن هڪ ٽن هوندو آهي. ڪڇن جي باري ۾ اڪثر ماڻهو نهايت ئي سخت دل هوندا آهن ڇو تہ ڪڇن جي دل چيرجي وڃڻ کان پوءِ بہ ڪيترن ئي ڪلاڪن تائين ڌڙڪندي رهندي آهي. پوڙهي سوچ ڪئي تہ منهنجي دل بہ تہ اهڙي ئي آهي ۽ منهنجا هٿ ۽ پير بہ ان وانگر آهن.

هن طاقت وڌائڻ جي لاءِ آڇا آنا کاڌا ۽ هُو پورو مئي مهينو انهن کي کائيندو رهيو تہ جيئن سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ۾ وڏيون مڇيون پڪڙي وڏو طاقتور بڻجي.

جنهن جهوپڙيءَ ۾ مهاڻا پنهنجو سامان سَڙو رکندا هئا اتي رکيل گول لوهي دٻي ۾ هُو روز هڪ پيالو شارڪ جي جگر جو تيل پيئندو هو اهو تيل اتي هُو هر مهاڻي جي لاءِ رکندو هو. جيڪي ان کي پيئڻ چاهيندا هئا. انهن مان ڪيترائي مهاڻا ان ذائقي کي پسند ڪو نہ ڪندا هئا. پر اهڙو خراب تہ ڪو نہ هو. تڙڪو ٿيڻ کان پهريائين هر ڪو ان کي جسم تي مکي چڙهيندو هو ائين هر هڪ ڏکڻيءَ کان محفوظ ٿي ويندو هو. اهو تيل اکين جي لاءِ بہ ڪارگر هو. پوڙهي نظر کنئي تہ وري ڏنائين تہ پکي چڪر ڪاٽي رهيو هو.

"هن کي مڇي ملي وئي" هن وڏي بلند آواز سان چيو. هاڻي کي بہ اڏرندڙ مڇيون پاڻي جي مٿاڇري تي ڪو نہ ڪڏي رهيون هيون ۽ ننڍي اوڳاهہ واريون مڇيون بہ پريشان ڪو نہ ٿي رهيون هيون. پوڙهو غور سان ڏسي رهيو هو. اوچتو! هڪ ننڍي مڇي پاڻيءَ مان ٻاهر ٽپو کاڌو ۽ ڦري گهري پاڻيءَ ۾ منهن

ڪيائين جڻ جادوءَ ۾ چانديءَ وانگر چمڪي رهي هئي. جيئن ئي ڪيٽ اها واپس ڪري ته هڪ ڪان پوءِ ڪيترين ئي مڇيون اُبرين ۽ مختلف وقتن ۾ ڪرڻ لڳيون. جڻ اهي پاڻيءَ کي تازو ڪري رهيون هيون. اوڳاهه وارين مڇين جيئان هو ٻه ڏڳها ٽپا ڏئي رهيو هو. اهي هن جي اڳيان پويان چڪر ڪاٽي رهيون هيون ۽ سندن پٺيان اڇي رهيون هيون.

جيڪڏهن اهي تيزيءَ سان اڳتي ڪو نه وڌن ته مان انهن تائين پهچي ويندس. پوڙهي سوچيو. هن ڏٺو ته چمڪدار مڇين جي ٽولين جي ڪڏڻ سان پاڻي سفيد پشم جهڙو ٿي ويو ۽ پکي هر هر اوڳاهه وارين ننڍين مڇين جي لاءِ غوطا هڻي رهيا هئا. جيڪي تواتيءَ واري صورتحال ۾ پاڻي جي مٿاڇري تي اچي ويون.

"پکي ٻه هَڏ ڏوکي آهي" پوڙهي چيو. ان وقت اوچتو ٻتيلي پوئين حصي واري ڏور سندس پير هيٺان گهلي جتي هن ڏوريءَ جي منڊ ۾ ڦندو ٻڌايو هو. هن ٻتيلي جا ڳن وڏا ۽ ڏوريءَ کي مضبوطيءَ سان پڪڙي ڪٽڻ لڳو. هن جادوئي ڏکٽيءَ جو ڇڪجڻ محسوس ڪيو جيئن جيئن هُوان کي ڇڪيندو پئي ويو تيئن تيئن اها ڏکٽي وڌندي پئي ويس. هاڻي هوءَ پاڻيءَ ۾ مڇيءَ جي نيري پٺي ۽ سونهري پاسن کي بخوبي ڏسي پئي سگهي. هن جهٽڪي سان ٻيڙيءَ ۾ هٿ وڌو مڇي ٻتيلي جي پوئين حصي ۾ پئي هئي. اها نهايت ئي ٿُڙ ڪارتوس جي شڪل ۾ ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. پنهنجي صاف ۽ متحرڪ منهن بيقراريءَ سان گڏ ٻتيلي جي تختن ۾ تڙپي ان پنهنجي زندگيءَ جو انت آڻي ڇڏيو هو. هن جون ٻي عقل اکيون اکيوٽ ڪري رهيون هيون. پوڙهي رحم وچان سندس مٿي تي ڏڪ هنيو پوءِ لت وهائي ڪڍيائينس. ان جو جسم ٽبيلي جي پوئين حصي ۾ تڙپي رهيو هو.

"البارڪو" هن وڏي بلند آواز ۾ چيو. "هن جو چڱو اوڳاهه ٿيندو ۽ وزن ڏهه پائونڊ کن ٿيندو."

کيس خبر نه هئي ته اڪيلائيءَ ۾ وڏي آواز سان ڳالهائڻ جي عادت کيس ڪڏهن پئي هئي. "پالڪيٽي ۾ جڏهن هوَ اڪيلو هوندو هو ته ڳائيندو هو. جهاز ۾ رات جو اڪيلو پنهنجي ڊيوٽي ڏيندي ۽ ڪڇون پڪڙيندي ٻتيلي ۾ ڳائيندو وتندو. حقيقت ۾ نينگر جي وڇوڙي کان پوءِ اڪيلائپ ۾ هن وڏي آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو هو. پر ان کي اهو ٺيڪ يا چڱي طرح ياد نه هو. جڏهن هُو ۽ نينگر گڏجي ملي مڇيون پڪڙيندا هئا ته عام طور تي ان وقت ڳالهائيندو هو.

جڏهن ڪيس ان جي ضرورت پوندي هيس. هو ڳالهيون ته اڪثر رات جو ڪندو هو يا ان وقت جڏهن خراب موسم يا طوفان جي ڪري ٻاهر نڪرڻ جو موقعو نه هجي. اصل ۾ سمنڊ ۾ غير ضروري ڳالهيون نه ڪرڻ هڪ اخلاقي خوبي تصور ڪئي ويندي آهي ۽ پوڙهي ان کي هميشه جي لاءِ ائين ئي سمجهيو ۽ انهيءَ جي عزت ڪندو رهيو. پر هاڻي ته هُو ڪيترائي ڀيرا پنهنجي خيالن جي آڌار تي چئي ڏيندو هو ڇو ته ڪوئي ٻيو نه هوندو هو جيڪو ان کي خراب لڳي.

"جيڪڏهن ڪوئي مون کي وڏي آواز ۾ ٻڌي ته سمجهندو آءٌ ته چريو آهيان" هن بلند آواز ۾ چيو. "پر ڇاڪاڻ ته مان پاڳل ناهيان، ان لاءِ مون کي پرواهه ناهي ۽ اميرن جي ٻتيلي ۾ ته ريڊيو لڳل هوندو آهي جو ان سان ڳالهيون ڪندا رهندا آهن ۽ انهن کي بيس بال جي خبر ٻڌائيندا رهندا آهن."

"اهو ڪوئي بيس بال جي باري ۾ سوچڻ جو وقت ٿوروئي آهي". هن سوچيو "هاڻي هڪ ئي شيءِ جي باري ۾ سوچڻ جو وقت آهي جنهن جي لاءِ مان پيدا ٿيو هوس. ان جڳهه جي آڌو تي سگهي ٿو ته وڏي مڇي هجي" هن سوچيو. مان انهن شڪار ڪرڻ واري البارڪو مڇين مان هڪ ڀٽڪيل مڇي پڪڙي، پر اهي ته وڏي تيزيءَ سان پري پري وڃي رهيون هيون. اڄ مڇاڻي تي جيڪا به شيءِ آهي اها وڏي تيزيءَ سان وڃي رهي آهي ۽ ان اوپر طرف رخ ڪيو آهي. ڇا اهو وقت جي ڪري آهي؟ يا ڪنهن موسم جي نشاني آهي، جنهن کي مان نه ٿو سڃاڻان.

هاڻي هن کي ڪناري تي ساوڪ به ڏسڻ ۾ ڪو نه ايندي هئي. پري کان صرف نيري جبل جون چوٽيون نظر پئي آيس. اهي اهڙيون سفيد ڏسڻ ۾ اينديون هيس، جهڙوڪر برف سان ڍڪيل پوش هجن ۽ بادل ان جي پويان وڏن برفاني جبلن جهڙا معلوم پيا ٿين. سمنڊ تمام گهڻو اونداهو هو ۽ روشنيءَ پاڻيءَ ۾ چمڪندڙ تَڪرين جيان ڏسڻ ۾ اچي پئي. ان کان سواءِ ساموندي سينور جا اڻ ڳڻيان داغ هاڻي اوچي آفتاب جي تيزاس ۾ غائب ٿي ويا هئا. نيري پاڻيءَ ۾ پوڙهو صرف چمڪندڙ تڪنبو ڏسي رهيو هو. جنهن سان گڏ ان جون ڏوريون هڪ ميل پري هليون ويون هيون.

هاڻي جادوئي ٿوٽو وري هيٺ هلي وئي هئي. مهاڻاان قسم جي سمورين مڇين کي جادوئي ٿوٽو چوندا آهن. انهن خاص نالن جي ضرورت هنن کي وڪڻڻ وقت ئي پوندي آهي. سج ڏاڍو گرم ٿي ويو هو ۽ پوڙهو ان جي تپش کي پنهنجي پٺيءَ تي محسوس ڪرڻ لڳو هو ۽ ٻتيليچڪيندي هن محسوس ڪيو

تہ پگھر جو درياءَ بدن مان اٿلي پيو آهي.

هاڻي تہ بتيلي کي ائين ئي ڇڏي سگھجي ٿو هن سوچيو هاڻي سمهي بہ سگھجي ٿو ان طرح ڏوريءَ جو بنڊل پنهنجي پير سان ڦاسائي ڇڏيان تہ جيئن وقت تي هوشيار رهي سگھان. پر اڄ 85 هون ڏينهن آهي ۽ اڄ مون کي چڱي پر مڇي پڪڙڻ گھرجي.

ٺيڪ ان وقت جڏهن هو پنهنجي ڏورين کي ڏسي رهيو هو تہ هڪ ڏوريءَ ۾ لڳل سائي ڪاٺي تيزيءَ سان ٽبي هنئي.

"ها" هن چيو. پوءِ آهستي آرام سان ڳن بتيلي سان لڳايائين. هن ڏوري ڏانهن هٿ وڌايا ۽ ان کي پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱوٺي ۽ شهادت واري آڱر سان آهستي پڪڙيو. هن نہ تہ ڇڪڻ محسوس ڪيو ۽ نہ ئي ڪا تڪليف پانيائين ۽ وري هڪ ڀي چرپر ٿي. هن پيري واري ڇڪ هلڪي هئي. آزمائش ايڏي بہ سخت نہ هئي. ۽ نہ ئي ڳوڙهي هئي. هن کي چڱي طرح سڌ هئي تہ ان جو مطلب ڇا آهي. تقريبن هڪ سئو فوٽ هيٺ هڪ مارلن جيڪا ساردين کائي رهي هئي، جيڪا ڪنڊيءَ جي نوڪ ۽ ڏنڊي ۾ لڳل هئي. ڪنڊيءَ جي نوڪ ۾ هڪ ننڍو جادو ٿيو هو.

پوڙهو نهايت ئي خبرداريءَ سان ڏوري پڪڙي رهيو هو ۽ کاٻي هٿ سان آهستي ڪاٺي کولي. هاڻي ڏوري هن جي آڱرين ۾ سولائيءَ سان گذري سگھي پئي، ان لاءِ تہ جيئن مڇيءَ کي ٿوري بہ ڇڪ محسوس نہ ٿئي.

ان موسم ۾ ايترو هيٺ، مڇي يقينن تمام گھڻي وڏي آهي. هن سوچيو انهيءَ کي کائي ڇڏجي. اهي ڪيتريون تازيون آهن ۽ تون اتي ڇهہ سئو فوٽ جي گهرائيءَ ۾ ٿڌي ۽ پاڻيءَ ۾ آهين. تون اوندهہ ۾ هڪ پيرو ٻيهر ڪاهي پئہ.

هن هلڪي چرپر محسوس ڪئي ۽ پوءِ گھڻي ڇڪ آئي اهو ممڪن آهي تہ ساردين ڦاٽي هجي. ان کان پوءِ مانار ڇانئجي وئي.

"اڄ" پوڙهي وڏي آواز ۾ چيو "هڪ دفعو ٻيهر واپس اچ. ٿورو انهيءَ کي سنگھہ تہ سهي، ڇا هُو نازڪ آهي؟ انهيءَ کي چڱي پر کائي ڇڏ ۽ اتي جادو بہ آهي. سخت ۽ نازڪ شرماءِ نہ بلڪ مڇي کائي ڇڏ."

هو انتظار ڪندو رهيو ڏوري سندس آڱوٺي ۽ آڱر جي وچ ۾ هئي، انهن ٻين ڏورين کي هڪ ئي وقت ڏسي رهيو هو اهو ممڪن آهي تہ مڇي ڪجھہ اڳتي يا پوئتي هلي وئي هجي. هڪ پيرو ٻيهر اها ئي چرپر ٿي.

"مان ان کي ڳڙ کائي ڇڏيندس" پوڙهي وڏي آواز ۾ چيو.

اي پالڻهار! هن کي ڳڙڪائڻ ۾ منهنجي مدد ڪر پر ان هن کي ڪو نه ڳڙڪايو اها هلي وئي ۽ پوڙهو ڪجهه به محسوس نه ڪري رهيو هو.

"اها نه ٿي وڃي سگهي" هن ڳالهايو "يسوع مسيح" چئي ٿو ته اها نه ٿي وڃي سگهي، اها گهمي رهي آهي يا ٿي سگهي ٿو ته اها پهريان ڪان ئي ڦاسي چڪي هجي ۽ هن کي پنهنجي گذريل تجربي مان ياد هجي."

پوءِ هن ڏوريءَ ۾ هلڪي چرپر ڏٺي ۽ سرهو ٿي ويو "اها صرف لڏي رهي هئي." هن چيو "اها هن کي ڳڙڪائي ڇڏيندي"

پوڙهو هلڪڙي حرڪت تي ئي خوش هو تنهن ڪان پوءِ هن هڪ جهٽڪو محسوس ڪيو ۽ ڪوئي اڻ يقين جوڳو وزن محسوس ڪيائين اصل ۾ اهو مڇيءَ جو وزن هو. هن ٻن محفوظ بنڊلن مان هڪ مڪمل ڪولي ڇڏيو. ڏور هيٺ وڃي رهي هئي. اها پوڙهي جي آڱرين منجهان ترڪي رهي هئي، جڏهن ته هن جي آڱوٺي ۽ آڱر جو دٻاءُ تمام گهٽو هلڪو هو. پوڙهو مڇيءَ جي ڳري وزن کي محسوس پئي ڪري سگهيو.

"ڇا مڇي آهي" هن چيو. "هن هاڻي انهيءَ جي منهن ۾ ريشمي ڪپڙو وجهي ڇڏيو ۽ ڪٽي وڃي رهيو هو."

"تنهن ڪان پوءِ اها گهمندي هن کي ڳڙڪائي ڇڏيندي هن سوچيو".

پر انهيءَ اهو ڪو نه چيو. جيئن اها پنهنجي منهن ۾ جادوئي ڪپڙو اوڊي اونداهيءَ ۾ وڃي رهي هجي ان ساعت هن محسوس ڪيو ته انهيءَ چرپر روڪي ڇڏي آهي. پر وزن اجان به ساڳيو ئي هوس ۽ هن وڌيڪ ڏوري ڇڏي هڪ لمحي جي لاءِ هن آڱوٺي ۽ آڱر جو دٻاءُ سخت ڪيو. وزن وڌي ويس؛ ائين معلوم پئي ٿيو ڄڻ وزن هيٺ وڃي رهيو هجي.

"ان کيس ڳڙڪائي ڇڏيو آهي، هن چيو هاڻي مان ان کي چڱي پر ڪائيندس."

هن ڏور کي پنهنجي آڱرين منجهان گذرڻ ڏنو ۽ انهيءَ دوران مون کاٻي هٿ سان محفوظ بنڊلن کي زور سان ٻڌي ڇڏيو. هاڻ هو تيار هو. هاڻي هن وٽ چاليهه فوٽن جا ٽي بنڊل محفوظ هئا، گڏوگڏ اهي بنڊل به جنهن کي هو هاڻي استعمال ڪري رهيو هو.

"هن کي اڃان ٿورو کاءُ" هن ڳالهايو "ان کي چڱي پر کاءُ ته جيئن ڪنڍيءَ جو چيڙو تنهنجي اندر هليو وڃي ۽ توکي ماري ڇڏي" هن سوچيو آهستي مٿي هليو اچ ۽ مونکي هاربون پنهنجي اندر وجهڻ ڏي ٺيڪ آ، ڇا تون

تيار آهين؟ ڇا تون دير تائين ڪاٿيندو رهيو آهين؟"

"ها" هن وڏي آواز ۾ چيو ۽ پنهنجي هٿن سان ڏور ڇڪي، هڪ فوٽ ڏور اندر اچي وئي، پوءِ هن هر هر ڏور ڇڪي، ساڄي ۽ کاٻي هٿ تي ڏوري رکي ۽ پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان ڏور ڇڪڻ لڳو.

پر ڪجهه به نه ٿيو. مڇي آهستي آهستي اڳتي چرپر ڪندي رهي ۽ پوڙهي هن کي هڪ انچ به نه مٿي ڪڍي سگهيو. هن جي ڏور تمام گهڻو مضبوط هئي ۽ اها ڏور خاص طور تي گهڻين مڇين جي لاءِ ٺاهي وئي هئي. هو ڏور کي پنهنجي پيٺ سان ٻڌي زور لڳائيندو رهيو. پوءِ اها پاڻيءَ ۾ هلڪي چرپر ڪرڻ لڳي پر هُو ان کي ان طرح سان روڪيندو رهيو جو مخالف زور لڳائيندي ٻئي طرف جهڪي ويو.

ٻيڙيلو آهستي آهستي اتر ۽ اولهه طرف چُرپُر ڪرڻ لڳو مڇي برابر هلندي هلي ۽ هو پرسڪون پاڻيءَ تي آهستي آهستي گذرڻ لڳو.

"ڪاش نينگر مون وٽ هجي ها." پوڙهي وڏي آواز ۾ چيو "مان مڇي ڇڪڻ وارو ۽ مڇي مون کي ڇڪي وڃي رهي آهي هاڻي مان ڏور کي سخت ڪندس."

پر انهيءَ سان اها هن کي توڙي ڇڏيندي، مون کي انهيءَ کي جهلڻ گهرجي. جيترو به ٿي سگهي ۽ جڏهن ان کي وڌيڪ ڏور جي ضرورت هجي ته ڍل ڏيڻ گهرجي. پالڻهار جو شڪر آهي ته اها تري رهي آهي، هيٺ ڪو نه وڃي رهي آهي."

جيڪڏهن اها هيٺ وڃڻ جو فيصلو ڪري ته مان ڇا ڪندس؟ مون کي ڪائي ڳالهه ناهي، جيڪڏهن اها تري ۾ ڪري مري ته مان ڇا ڪندس؟ مون کي سڌ ناهي، پر مان ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڪندس. تمام گهڻيون شيون آهن، جيڪي مان ڪري سگهان ٿو.

هن ڏور کي پنهنجي پيٺ سان جهلي رکيو ۽ پاڻيءَ ۾ ان جي جهڪاءُ ڏانهن ڏسڻ لڳو ٻيڙيلي اتر ۽ اولهه طرف وڌي رهيو هو.

مون کي ڇڪڻ جي تڪليف ماري ڇڏيندي، پوڙهي سوچيو اها آخري دم تائين تائين ته ائين ڪو نه ڪري سگهي ٿي. ان جي چئن ڪلاڪن بعد به مڇي ان طرح ٻيڙيلي کي ڇڪيندي سمنڊ طرف وڌي رهي هئي ۽ پوڙهو انهيءَ طرح ثابت قدميءَ سان ڏور کي پنهنجي پيٺ سان ٻڌي زور لڳائيندو رهيو.

"جڏهن مون هن کي ڦاسايو ته ٻپهريءَ جو وقت هو." هن چيو "اڄ تائين

مون هن کي ڏنو ٻه ڪو نه آهي.“ هن کي تمام گهڻي اڃ لڳي هئي. هو گوڏن ڀر جهڪيو ته متان ڏور کي جهٽڪو لڳي. هو جيترو پري وڃي پئي سگهيو. ڪمان ۾ وٻوءِ ٿورو پاڻي پيتائين. پوءِ هُو ڪمان جي سهاري ويهي رهيو ۽ آرام ڪرڻ لڳو. هو ڪوشش ڪري رهيو هو ته هُو سوچڻ ڇڏي ڏئي بس جيڪو اچي اهو برداشت ڪرڻو آهي.

تنهن کان پوءِ هن پوئتي مڙي ڪري ڏٺو ته ڪا به خشڪي ڪيس ڏسڻ ۾ ڪو نه آئي. ان سان ڪو به فرق نه ٿو پوي. هن چيو ته مان هوانا جي روشنيءَ کان ڪنهن به وقت واپس پهچي سگهان ٿو سج لهڻ ۾ باقي پورا ٻه ڪلاڪ آهن ۽ اهو ٻه ٽي سگهي ٿو ته ان کان پهريائين ئي مٿي چڙهي اچي. نه ته اهو ٻه ٽي سگهي ٿو ته چنڊ نڪرڻ سان اهو مٿي اچي. جيڪڏهن ان وقت تائين ڪو نه آئي ته ٿي سگهي ٿو ته سج نڪرڻ مهل مٿي اچي. مون کي ته ڪا به پريشاني ڪو نه ٿئي ٿي. مان پنهنجو پاڻ کي مضبوط محسوس ڪري رهيو آهيان. ڳنڍي ته سنڌس وات ۾ اٿس. مان ڏور کي وات ۾ زور سان دٻائي ڇڏيو آهي.

ڪاش! مان ان کي ڏسي سگهان ها.........

اها خبر ته پوءِ منهنجو مقابلو ڪنهن سان آهي. جيستائين هو ستارن کي ڏسي اندازو لڳائي پئي سگهيو ان جي مطابق مڇي سڄي رات نه ته پنهنجو ڪو رستو تبديل ڪيو ۽ نه ئي وري رُخ تبديل ڪيائين. سانجهيءَ ٽاڻي ٿڌ ٿي وئي هئي ۽ پوڙهي جو پگهر پئي، ٻانهن ۽ سنڌس چنگهن تي سيءَ جي ڪري خشڪ ٿي ويو هو هن ڏينهن جو اوڳاهه واري پيٽيءَ تي ڍڪيل بوريءَ کي سڪائڻ جي لاءِ ان کي اس ۾ وڇائي ڇڏيو سج لهڻ کان پوءِ هن پنهنجي ڪنڌ سان ٻڌي ڇڏيو اهڙيءَ طرح اها سنڌس پٺيءَ تي لڙڪي رهي هئي. هن هوشياريءَ سان ان ڏوريءَ کي هيٺ لاٿو. هاڻي ڏوري سنڌس ڪنڌ تي هئي. بوري ڪيس گديءَ جو ڪم ڏئي رهي هئي. هن پنهنجي جسم کي ڪمان سان ٽيڪ ڏيڻ جو رستو ڳوليو. اهڙيءَ طرح سان هو تقريبن آرام ۾ هو اصل ۾ ويهڻ جو اهو طريقو سهڻ جوڳو ڪو نه هو. پر هُو انهيءَ کي لڳ ڀڳ آرام لاءِ پرسڪون سمجهي رهيو هو.

نه مان ان سان ڪڏ ڪجهه ڪري سگهان ٿو نه ئي اُها مون سان ڪڏ ڪجهه ڪري سگهي ٿي. هن سوچيو ته گهٽ ۾ گهٽ ان وقت تائين جيستائين اها ايتري ئي گهرائيءَ ۾ آهي.

هڪ دفعو هُو اٿي بيٺو ٻيڙيءَ جي ڇَن جي سهاري سان پيشاب ڪيائين

۽ ستارن ڏانهن ڏسي پنهنجي رستي جو اندازو لڳايائين. هن جي ڪنڌ ڪان گذري سڌو پاڻيءَ ۾ گم ٿيندڙ ڏور فاسفورس جي چمڪدار لڪير جيئان ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. هاڻ هو ٻيهر آهستي چرپر ڪري رهيو هو ۽ هوانا جو اجالو تمام گهڻو تيز نه هو. اهڙيءَ ريت هن اندازو لڳايو ته وهڪرو هن کي اوپر ڏانهن ولي وڃي رهيو آهي. جيڪڏهن هوانا جي چمڪ غائب ٿي وڃي ته ان جو مطلب اهو ٿيندو ته اسان اوپر طرف پري نڪري چڪا آهيون. هن سوچيو جيڪڏهن اسان بلڪل مڇيءَ جي رستي تان وڃون ها ته اجان ڪيترن ئي ڪلاڪن تائين هوانا جي چمڪ ڏسڻ ۾ اچي ها. خبر ناهي اڄ بيس بال جي مقابلي جو ڇا ٿيو هن سوچيو جيڪڏهن ريڊيو هجي ها ته مزو اچي وڃي ها. تنهن کان پوءِ هن سوچيو ته هميشه انهيءَ جي باري ۾ سوچيو جيڪو توهان ڪري رهيا آهيو ان جي باري ۾ سوچيو جيڪا توهان کي ڪا به بيوقوفي ڪو نه ڪرڻ گهرجي.

تنهن کان پوءِ هن وڏي آواز ۾ چيو ته "ڪاش! نينگر مون وٽ هجي ها. جيڪو منهنجي مدد ڪري ها. حقيقت ۾ پوڙهائپ ۾ ڪنهن کي ڪوئي شل اڪيلو نه ڪري. هن سوچيو. پر ڇا ڪرڻ گهرجي ۽ ڇا ٿو ڪري سگهجي. ٽونا کي سڙڻ کان اڳ ئي دل سان کائڻ گهرجي ته جيئن مون ۾ طاقت اچي وڃي. ياد رکو پوءِ ڇو نه اها توهان کي ڪيتري ئي ناپسند هجي. توهان کي صبح جو ان کي ضرور کائڻ گهرجي. ياد رک! هن پنهنجو پاڻ کي چيو.

رات ڏاري به مڇيون ٻتيليجي آڏو آيون ۽ هُو انهن جي اٿل پٿل ۽ ڦوڪن جو آواز ٻڌندو رهيو. هُو نر جي ڦوڪ جي آواز ۽ مادي جي هلڪي آهه ۾ فرق معلوم ڪري سگهيو پئي!

هن کي وڏي مڇيءَ تي رحم اچڻ لڳو جيڪا هن ڦاسائي هئي. هيءَ به وڏي حيرتن جي حوالي ڪندڙ ۽ انوکي آهي ۽ ڪير ڄاڻي ته ڪيتري ڄمار جي آهي. هن سوچيو ته منهنجو ڪڏهن ايتري وڏي طاقتور مڇيءَ سان پالو ڪو نه پيو آهي ۽ نه ڪنهن مڇيءَ جو رويو ايترو عجيب رهيو آهي. شايد اها گهڻي عقلمند آهي ان لاءِ اها ڪو نه ڳڙي رهي آهي. ڪڏڻ سان ۽ مزاحمتي پيچ ڏِڪ سان اها مون کي تباهه ڪري سگهي ٿي. پر شايد اها پهريائين به ڪيترائي ڀيرا ڦاسي چڪي آهي ۽ ڄاڻي ٿي ته ڪهڙيءَ طرح وڙهڻ گهرجي. ان کي ته اها به سڌ ڪو نه هوندي ته ان جي مقابلي ۾ هڪ ئي اڪيلو ماڻهو آهي ۽ نه اها خبر هوندس ته اهو ماڻهو پوڙهو آهي. پر اها مڇي به ڪيتري نه عظيم آهي. جيڪڏهن ان جو گوشت گهڻو ٿيو ته بازار ۾ ڪيترو نه نفعو ڏيندو. ان مرد جيئان اوڳاهه ڳڙڪائي ڇڏيو ۽

اها ماٺهو جيئان چڪي رهي هُئي" انهيءَ جي جنگ ۾ ڪا بہ گهبراهٽ ۽ توائي ناهي اها خبر ناهي تہ ان ڪائي اٽڪل سوچي آهي يا مون جيئان اها بہ توائي ڪندڙ آهي.

هن کي اهو وقت ياد اچي ويو جڏهن هن مارلن جي جوڙي مان هن کي ڦاسايو هو. نر مڇيءَ تازيءَ مڇيءَ کي هميشہ پهريائين کائڻ ڏئي ٿي ۽ مادي ڪنڍيءَ ۾ ڦاسي پئي تہ هن وڏي توائي واري ۽ مزاحمتي جدوجهد شروع ڪري ڇڏي ۽ ان سان اها جلدي ئي ٿڪجي وئي. اها ايترو ويجهو گهمي رهي هئي جو پوڙهو ڊڄڻ لڳو تہ متان ڪٽي ان جي پڇ سان ڏوري نہ ڪٽجي وڃي. ان جو پڇ ايترو ئي تيز هو جيترو ڏاٽو هوندو آهي ۽ تقريبن ايترو ئي سندس شڪل جهڙو هوس. جڏهن پوڙهي ان کي ٻتيلي سان ٻڌي ڇڏيو هو ۽ ان کي وزني ڏگهي لٺ سان ماريو هئائين. اهڙيءَ طرح نوڪدار تلوار سان ڪيس ايتري تہ وهائي ڪيڍيائين جو ان جو رنگ بلڪل ائين ٿي ويو جيئن آئيني جي پٺيءَ جو هوندو آهي. تنهن کان پوءِ نينگر جي مدد سان ان کي ٻتيلي ۾ وجهي ڇڏيائين ۽ نر مڇي ٻتيلي جي آڏو هئي، جڏهن پوڙهو ڏوريون صاف ڪري رهيو هو تہ مڇي ٻتيلي جي آڏو مٿي اڇل ڏئي اهو ڏسڻ جي لاءِ تہ مادو ڪٿي آهي ۽ پوءِ هيٺ گهرائيءَ ۾ هلي وئي. ان جا هيڏا هيڏا پر جيڪي سندس سيني جا پَر هئا جيڪي پوري ڦهلاءَ ۾ کليل هئا ان جون هيڊيون پٽيون ڏسڻ ۾ اچي رهيون هيون. اهو نر ڏاڍو خوبصورت هو. پوڙهي ياد ڪيو ۽ هو آخر تائين بيٺو رهيو.

مُون ان جا جيترا واقعا ڏٺا, هي انهن مان تمام گهٽو ڏيکارينڊڙ هو. پوڙهي سوچيو نينگر بہ پريشان هو ۽ اسان مڇيءَ کان معافي گهري هئي ۽ يڪدم ان کي ڪٽي ڇڏيو هو.

"ڪاش! نينگر هتي موجود هجي ها." هن وڏي آواز ۾ چيو ۽ ڪمان جي گول تختن سان ٽيڪ لڳائي ويهي رهيو.

هن ڏور جي ذريعي جيڪا هن جي ڪلهي کان گذري رهي هئي، ان وڏي مڇيءَ جي طاقت محسوس ڪئي جيڪا الله ڄاڻي ڪنهن منزل جي پاسي وڃي رهي هئي.

هڪ دفعي مُنهنجي لڳيءَ جو شڪار ٿيڻ کان پوءِ ان مڇيءَ کي هڪ ڳالهہ پسند ڪرڻي هئي، پوڙهي سوچيو.

هن جي پسند اها هئي تہ اونهي پاڻيءَ ۾ ترسيل رهي، ۽ مڪاريءَ جي ڄار کان پري هجي، منهنجي پسند اِها هئي تہ اتي وڃي سيني انسانن کان پري

هجي تڏهن اسان ملنداسون اهو ئي سبب آهي جو ٻيڙيءَ کان گڏ آهيون ۽ اسان مان ڪنهن کي ڪوئي هڪ ٻه مددگار ناهي.

شايد! مون کي مهاڻو نه ٿيڻ گهرجي ها. هن سوچيو پر اهو ئي ته ڪم آهي، جنهن جي لاءِ مان پيدا ٿيو هوس. صبح ٿيڻ تي مون کي ڪاڏو ضرور ياد رکڻ گهرجي.

ڏينهن ٿيڻ کان پهريائين ڪنهن شئي پويان وارين مڇين مان ڪنهن کي پڪڙي ورتو. هن ڪاٺيءَ جو ٺهڪو آواز ٻڌو ۽ ٻتيليجي سامهون واري تختي کان ڏوري گزرڻ لڳي. هن اونداهيءَ ۾ پنهنجو چاقو ڪڍيو ۽ مڇيءَ جو سمورو ٻوجھ پنهنجي کابي ڪلهي تي ڪٽي ڦو ٻوڻتي جهڪيو ۽ سامهون واري تختي کان ڏور ڪٽي ڇڏيائين. تنهن کان پوءِ هن پنهنجي ٻي بلڪل ويجهو واري ڏوري ڪٽي ڇڏي ۽ اونداهيءَ ۾ محفوظ ٻنڊلن سان ٻڌي ڇڏيائين. هن هڪ هٿ سان ۽ وڏي مهارت سان اهو ڪم سرانجام ڏنو پوءِ هن ٻيهر سان ٻنڊلن کي ڊهائي ڇڏيو.

منهنجون ٻه سئو فوٽ سٺيون ڪيتالن جون ڏوريون ضايع ٿي وينديون ۽ ڪنڍي ته ٻيهر حاصل ڪري سگهجي ٿي. پر مان ڪنهن ٻي مڇيءَ کي ڦاسائي اچان ۽ ان جيڪڏهن ڏوري ڪٽي ڇڏي ته اها مڇي ٻيهر ڪيئن ايندي؟ خبر ناهي ته اها ڪهڙي مڇي هئي جنهن هينئر اوڳاهه ڪنيو هو. اهو ٿي سگهي ٿو ته ڪاٺي مارلن هجي يا ڇهنب واري مڇي هجي يا وري ڪا متان شارڪ مڇي هجي. مون ته ان کي محسوس به ناهي ڪيو. مون کي هن کان جلديءَ ۾ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻو هو.

هن وڏي آواز سان ڳالهايو ڪاش! جيڪر نينگر مون وٽ هجي ها.

پر نينگر تو وٽ ناهي. هن سوچيو. تون وٽ ته بس تون ئي آهين. هاڻي تنهنجي لاءِ بهتر اهو آهي ته آخري دم تائين ڪم ڪندو رهه. پوءِ ڇو نه ٻاٽ اونداهي هجي.

آخرڪار! هن ائين ئي ڪيو اونداهيءَ ۾ اهو ڪم ڏاڍو مشڪل هو. هڪ ڏينهن ته مڇي ائين ڦٽڪي جو منهن پر ڪيس هيٺ ڪيرائي ڇڏيو. سنڌس اک جي هيٺان زخم ٿي پيس رت ان جي ڳٽي جي ڪجھ هيٺ تائين وهندي رهيس. پر سيني تائين پهچڻ کان پهريائين اها ڄمي خشڪ ٿي وئي. تنهن کان پوءِ هُو ڪمان جي آڏو اچي، ڪاٺيءَ جي ٽيڪ لڳائي ويهي رهيو. هن سوٽيءَ ٻوريءَ کي پنهنجي جسم تي ٺيڪ طرح سان ويڙهيو. ۽ پوءِ وڏي احتياط سان ڏوريءَ کي پنهنجي ڪلهن جي ٻين حصن تي رکيائين ڏوريءَ کي ڪلهن جي

سهاريءَ سان هن هوشياريءَ سان مڇيءَ کي ڇڪڻ جو اندازو ڪيو ۽ پنهنجو هٿ پاڻيءَ ۾ وجهي ٻٽيلي جي رفتار محسوس ڪئي.

اها خبر ناهي تہ هن اها آرسائي ڪيئن پڳي؟ هن جي پنيءَ تان ڏوري ضرور تڪري وئي هوندي. سندس پٺي ڏکي رهي هئي. پر چو اها ڪيتري ئي وڏي مڇي اها هميشہ ان جي ٻٽيلي کي ڇڪي نہ ٿي سگهي. هاڻي هر اها شئي جنهن سان ڪائي پريشاني ٿي سگهي ٿي اها صاف ٿي چڪي آهي. مون وٽ ڏور جو تمام گهڻو ذخيرو آهي. اهوئي تہ ماڻهوءَ کي گهرجي.

"مڇي" هن وڏي آواز ۾ چيو مان ان وقت تائين توسان گڏ رهندس، جيستائين مري نہ وڃان.

منهنجو خيال آهي تہ اها بہ مون سان گڏ رهندي پوڙهي سوچيو. هو صبح ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. تڙڪو ٿيڻ کان پهريائين ان وقت تمام گهڻي ٿڌ ٿي وئي هئي. هو گرم ٿيڻ جي لاءِ ڪاٺيءَ سان چمبڙي ويهي رهيو. ٻٽيلو لڳاتار هلندو رهيو جڏهن سج جو ڪرڻو ظاهر ٿيو تہ اهو پوڙهي جي ڪاهي ڪلهي طرف هو.

"هن اتر طرف رخ ڪيو آهي." پوڙهي چيو وهڪرو تہ اسان کي اوڀر طرف وٺي وڃي ٿو هن سوچيو ڪاش! اها وهڪري سان گڏ مُڙي وڃي. تہ انهيءَ مان ظاهر ٿيندو تہ اها ٿڪجي پئي آهي.

جڏهن سج اڃان مٿي آيو تہ پوڙهي معلوم ڪيو تہ مڇي ٿڪي ڪو نہ آهي. هڪ ئي چڱي نشاني هئي ۽ اها هيءَ تہ ڏوريءَ جي جهڪاءَ سان اندازو ٿئي پيو تہ اها گهٽ گهرائي ۾ تري رهي آهي. ان جو اهو مطلب ناهي تہ اها ضرور ئي اڇل ڪائيندي پر شايد.......!!!

"پالڻهار ان کي اڇلي ڇڏي پوڙهي چيو "ان سان پڇڻ جي لاءِ مون وٽ ڪافي ڏور آهي."

ٿي سگهي ٿو جيڪڏهن مان ڇڪيان تہ ڪجهہ وڌيڪ وڌايان. نہ ان مان ڪا تڪليف ٿئي ۽ اها اڇل ڏئي. هن سوچيو هاڻي تہ ڏينهن جو وقت آهي. ان کي اڇل ڏيڻ کپي تہ جيئن اها اوڳاهہ جي آڏو اڇي ۽ پوءِ تہ اها مرڻ جي لاءِ هيٺ نہ ٿي وڃي سگهي.

هن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ڏور ۾ جڏهن کان مڇي ڦاسي هئي تہ ان وقت تائين ايترو گنجريل هئي جو ٽٽڻ جي آڏو هئي. جيئن هو ڇڪڻ جي لاءِ جهڪيو هن ڏور جي سختي محسوس ڪئي. هُو سمجهي ويو تہ انهيءَ ڏور تي

هو وڏيڪ زور نہ ٿو لڳائي سگهي. مون کي ڪڏهن بہ ان کي جهٽڪو نہ ڏيڻ گهرجي. هن سوچيو هر جهٽڪو ڪنڍيءَ جي زخم کي ٻيڻو ڪري ڇڏيندو آهي تنهن کان پوءِ اهو ڦٽڪندي تہ ٿي سگهي ٿو ڪنڍيءَ کي ڪڍي اڇلي. بهرحال! مان اس ۾ بهتر محسوس ڪري رهيو آهيان. ڇو تہ مون کي ان ۾ ڏ.ڻو نہ ٿو پوي.

ڏور ۾ ساموبڊي ٻوٽا لڳل هئا پر پوڙهو ڄاڻي پيو تہ انهيءَ کي گهلڻ سان محبت وڌي رهي آهي ۽ هو ان سان خوش هو. اهي ساموبڊي ٻوٽا هئا. جيڪي رات جو فاسفورس جيئان ايترا تہ چمڪي رهيا هئا جو ڇٺي ڇپ ڪجي.

"مڇي" هن چيو "مان توسان محبت ڪيان ٿو ۽ تنهنجي وڏي عزت ڪيان ٿو." پر مان اڄوڪي ڏينهن ختم ٿيڻ کان پهريائين توکي ماري بي جان ڪري ڇڏيندس. " اها ئي اميد رک هن چيو.

اتر مان هڪ ننڍو پکي ٻتيليطرف آيو. جيڪو پاڻيءَ تي تمام گهٽو هيٺ اڏري رهيو هو. جنهن کي پوڙهو ڏسي رهيو هو اهو بيحد ٿڪل هو.

پکي ٻتيلي جي پٺي حصي تي ويهي رهيو ۽ آرام ڪرڻ لڳو. پوءِ اهو پوڙهي جي مٿان اڏريو ۽ ڏور تي ويهي رهيو. جتي ان کي وڌيڪ آرام پئي مليو.

"ڇا تنهنجو پهريون سفر آهي؟"

جڏهن هن ڳالهايو تہ پکي کيس ڏٺو اهو ايترو تہ ٿڪل هو جو ڏور کي بہ نہ ڏسي رهيو هو ۽ اهو ڏور تي پنهنجا ڪنب ڦڙڪائي رهيو هو سندس نازڪ پير سختيءَ سان ڏور جي پڪڙ ۾ هئا.

"هي تہ خاموش آهي." پوڙهي چيو هي تہ تمام گهٽو ڇپ آهي هڪ غير طوفاني رات جو توکي ايترو ٿڪجڻ نہ گهرجي پکين کي ڇا ٿي ويو آهي؟

باز مون سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ سمونڊ ۾ هليا اچن ٿا هن سوچيو. پر هن پکيءَ سان اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪئي. هو ان جي ڳالهہ کي سمجهي بہ ڪو نہ سگهيو پئي ۽ هن کي بازن جي باري ۾ جلد ئي معلوم ٿي ويندو.

چڱي نموني آرام ڪر. "ننڍيا پکي" هن چيو. تنهن کان پوءِ نڪري پئہ. "هڪ ماڻهو هڪ پکيءَ ۽ هڪ مڇيءَ جيئان پنهنجي قسمت آزماءِ".

ڳالهيون ڪرڻ سان سندس تڪليف وڌندي هئي. ڇو تہ رات جو هن جي پٺي سخت ٿي وئي هئي ۽ هاڻي سچ پچ تڪليف ٿيڻ لڳي هئي.

"ننڍيا پکي" جيڪڏهن تون چاهين تہ مون وٽ ترسي پئہ. اهو افسوس اٿم تہ بادبان چاڙهڻ مهل مان توکي هلڪي هوا کان نہ ٿو بچائي سگهان. جيڪا هاڻي هلڻ لڳي آهي. پر تون منهنجو دوست آهين.

اوچتو! مڇي تيزيءَ سان واپس آئي. انهيءَ کي ڇڪي پوڙهو ڪمان تي ڪري پيو. جيڪڏهن هُو هڪدم جلدي پنهنجو پاڻ کي ڪو نه سنڀالي سگهي ها ۽ ڏور کي نه ڇڏي ها ته بتيلي کان ٻاهر هجي ها.

جڏهن ڏور کي جهٽڪو آيو ته پڪي اڌري ڇڪو هو. پوڙهي هن کي ويندي ڏٺو به ڪو نه هو هن وڏي هوشياريءَ سان ساڄي هٿ سان ڏور کي ڇهيو ۽ ڏنائين ته هن جي هٿ مان رت وهي رهي آهي. "اڇا ته ڪنهن شئي سان ان کي تڪليف ٿي آهي." هن وڏي آواز ۾ چيو ۽ ڏور کي ڇڪي ڏسڻ لڳو ته ڇا هُو مڇيءَ کي موڙي سگهي ٿو يا نه؟ پر جڏهن اها تڻ تائين پهتي ته هُو انهيءَ کي جهلي ڇڪڻ جي سهاري ويهي رهيو.

"توکي هاڻي تڪليف ٿيڻ لڳي آهي مڇي" هن چيو ۽ خدا ڄاڻي ٿو ته مون کي به........

هن پڪيءَ جي لاءِ چارئي طرف نظر ڊوڙائي، ڇو ته هو چاهي پيو ته اهو ئي ساٿس گڏ رهي پر پکي وڃي چڪو هو.

ڇا تون وڏيڪ ڪو نه ترسين؟ پوڙهي سوچيو.

پر جاڏي تون وڃي رهيو آهين اتي سمونڊ وڌيڪ تيز تکو ۽ وسيع آهي. ها باقي ڪناري تي پهچي وڃين ته بي ڳالهه آهي. مڇيءَ جي هڪ ئي تيز جهٽڪي سان مون پنهنجو پاڻ کي ڪيئن زخمي ڪرائي ڇڏيو؟ حقيقت ۾ مان تمام گهڻو بيوقوف پيو ٿيندو وڃان يا شايد مان ننڍي پکيءَ ڏانهن ڏسي رهيو هوس ۽ انهيءَ جي باري ۾ سوچي رهيو هوس هاڻي مان پنهنجي ڪم ۾ ڌيان ڏيندس. مون کي تونا به ته کائڻ گهرجي ته جيئن منهنجي طاقت ضايع نه ٿي وڃي.

"ڪاش! نينگر هتي هجي ها ۽ مون وٽ ٿورو لوڻ هجي ها. هن وڏي آواز ۾ چيو.

هن ڏوريءَ جي وزن کي کاٻي ڪلهي تي رکي وڏي خبرداريءَ سان نوڙي پنهنجو هٿ سمنڊ ۾ ڌوتو ۽ هٿن کي هڪ منٽ کان وڌيڪ اتي رهڻ ڏنائين. هُو ڏسي رهيو هو ته انهيءَ عمل سان ڇميل رت پوڻتي وڃي رهي هئي. بتيلي جي رفتار سان گڏ هن پنهنجي هٿ تي پاڻيءَ جي ڇُرپُر محسوس ڪئي. اها ڪافي آهستي ٿي وئي هئي هن چيو.

پوڙهو لوڙهيائي پاڻيءَ ۾ ڪجهه دير تائين هٿ ٻوڙڻ چاهي پيو. پر هن کي مڇيءَ جي اوچتو آرسائيءَ پيڇڻ جو ڊپ هو هو مضبوطيءَ سان بيٺو ۽ هن سج ڏانهن پنهنجو هٿ مٿي ڪيو ڏور ڇڪجڻ ڪري گوشت ڪٽجي ويو هوس. پر

زخم سندس هٿ واري ڪم جي حصي ۾ هو. هن کي سڌ هئي ته انهيءَ رانڊ جي ختم ٿيڻ کان پهريائين ۽ ان جي شروع ٿيڻ کان پهريائين هو زخمي ٿيندو.

هاڻي هن جو هٿ سڪي ويو "مون کي ننڍي ٽونا ڪائڻ گهرجي مان انهيءَ کي بادبان جي ڪاٺيءَ سان ڇڪي آرام سان کائي سگهان ٿو".

هُو هيٺ جهڪيو ۽ بادبان جي ڪاٺيءَ سان ٻتيلي جي پوئين حصي ۾ ٽونا ڳولڻ لڳو پوءِ هن ڏوريءَ جي ٻنڍلن کان بچائي انهيءَ کي پنهنجي طرف ڇڪيو. ڏور پوءِ سندس ساڄي ڪلهي تي هئي. پنهنجي ساڄي هٿ جي ٻل سان زور لائي جهڪندي هن بادبان جي ڪاٺيءَ جي ڪوڪي سان ٽونا ڪڍي ۽ ڪاٺيءَ کي پوءِ انهيءَ جڳهه تي رکي ڇڏيو هن هڪ گوڏو مڇيءَ تي رکيو ۽ گهاٽي ڳاڙهي گوشت جا ٽڪرا ڪيائين. هن انهيءَ مڇيءَ جي گوشت جا ڇهه ٽڪرا ڪيا. تنهن کان پوءِ هن انهن کي ڪمان تي ڦهلائي ڇڏيو. هن چاقوءَ کي پاجامي سان صاف ڪيو باقي رهجي ويل مڇي جي پُڇ کي ڪٽي پاڻيءَ ۾ اڇلي ڇڏيو.

"منهنجو خيال آهي ته مان هڪ مڪمل نه ٿو کائي سگهان." هن چيو. هڪ گوشت جي ٽڪريءَ ۾ چاقو ٽنبيائين. هو ڏور جي مسلسل ڇڪ محسوس ڪري رهيو هو ۽ هن جو ساڄو هٿ مروڙجي ويو هو. هُو ڏور کي مضبوطيءَ سان جهلي بيٺو هو. هن انهيءَ ڏانهن نفرت ڀريل نگاهن سان ڏٺو.

"هي به عجيب قسم جو هٿ آهي." هن پاڻ سان ڳالهايو.

جيڪڏهن مروڙڻ چاهي ٿو ته مروڙجي وڃي. مُڪو بڻاءِ. پر ان سان توکي ڪهڙو فائدو رسندو؟

هلُ!! هن سوچيو. هن اونداهي پاڻيءَ ۾ ڏور جي جهڪاءَ تي نظر وڌي. هاڻي هن کي کاءُ. انهيءَ سان تنهنجي هٿ ۾ طاقت اچي ويندي اهو تنهنجي هٿ جو ڏوهه ناهي. هاڻي مڇيءَ سان گڏ توکي به ڪيترائي ڪلاڪ ٿي ويا آهن. پر تون ته ان سان گڏ آخر تائين رهي سگهين ٿو. هاڻي بونيٽو کائي ڇڏ. هن هڪ ٽڪرو کنيو. انهيءَ کي وات تي رکيائين ۽ آهستي آهستي چٻاڙڻ لڳو. جيڪو مزيدار هو.

هن کي چڱيءَ پر چٻاڙ هن سوچيو ان جو سڄو عرق چوسي ڇڏ. ٿورو ڇڻو جيرو ۽ ڪمال پٽ وجهڻ سان مڇيءَ جو مزو ڀيڻو ٿي ويندو.

هَٿ! تون ڪيئن آهين؟ هن مروڙيل هٿ کان پُڇيو. جيڪو بلڪل ائين سخت ٿي ويو هو جيئن ڪو مروڙيل لاش هجي. مان تنهنجي لاءِ ڪجهه وڌيڪ کائيندس؟ هن به ٽڪرا ٿيل مڇيءَ جا ٽڪرا وڏي خبرداريءَ سان چٻاڙيا ۽

پوءِ ڪَلَ ٻاهر ڪڍيائين.

هاڻي ڇا حال آهي هٿ؟ هن ڪلندي چيو هن هڪ ڀيو ثابت ٻيرو ڪنيو ۽ انهيءَ کي ڇٻاڙيائين.

"هيءَ وڏي مضبوط ۽ نوجوان مڇي آهي." هن سوچيو اها به منهنجي لاءِ خوشقسمتي آهي جو ڊولفن جي بجاءِ مون کي اها ملي وئي. حقيقت ۾ ڊولفن تمام گهڻي مِٺي هوندي آهي. هيءَ ته اصل صفا مٺي ڪونه آهي ۽ ان ۾ اجان به پوري طاقت ڀريل آهي. حقيقت ۾ سواءِ عمل جي سڀ ڳالهيون فضول هُونديون آهن هن سوچيو.

ڪاش! مون وٽ ٿورو لوڻ هجي ها. اس ۾ اُها خشڪ ٿي ويندي يا سڙي ويندي ان لاءِ بهتر اهو آهي ته مان اها مڪمل کائي ڇڏيان. پر مون کي بک ناهي لڳي.

مڇي خاموش ۽ مستقل مزاج آهي. مان اها کاوان پوءِ تيار ٿيان. "هٿ ان ڪري صبر ڪر." هن چيو "مان اهو تنهنجي لاءِ ئي ڪري رهيو آهيان..."

منهنجي ته اها خواهش هئي جو مان مڇيءَ کي به ڪجهه کارائي سگهان. هن سوچيو اها به منهنجي ڇڻ ڀاءُ آهي، پر مون کي انهيءَ کي مارڻ نهايت ئي ضروري آهي ۽ ائين ڪرڻ جي لاءِ به طاقت رکڻ ضروري آهي. آهستي آهستي وڏي فرض جي احساس سان هن وڏا ٻيرا کائي ڇڏيا. پنهنجا هٿ پاجامي سان اگهندي هُو سڌو ٿي ويهي رهيو.

"ڏس هَٿَ.....!!" هن چيو هاڻي تون ڏور کي ڇڏ، هاڻي مان صرف ڪاٻي هٿ سان ئي انهيءَ کي سنڀاليندس. ان وقت تائين جيستائين تون هيءَ فضول چرپر بند نه ڪندين، "هن پنهنجو ساڄو پير ڏور تي رکيو.

"يا خدا! منهنجي مدد ڪر. هن چيو. "ڇو ته مون کي اها خبر ناهي ته هيءَ مڇي ڇا ڪرڻ واري آهي." پر اها پرسڪون معلوم ٿي رهي آهي. هن سوچيو منهنجو منصوبو ڇا آهي؟ مون کي انهيءَ منصوبي مطابق عمل ڪرڻو آهي، ڇو ته اها جسم ۾ تمام گهڻو وڏي آهي. جيڪڏهن اها اڇل کائي ته مان انهيءَ کي ماري سگهان ٿو. پر اها ته هميشه جي لاءِ پاڻيءَ ۾ ترسيل آهي ۽ مون کي به هميشه جي لاءِ پاڻيءَ ۾ ترسڻو پوندو.

هن مروڙيل هٿن کي پنهنجي پاجامي سان مهٽيو ۽ آڱرين کي نرم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهي ڪونه کلي رهيا هئا. ها ٿي سگهي ٿو اس سان گڏ اهي کلي وڃن. اهو به ٿي سگهي ٿو ته طاقتور ڪچي ٽونا جي هضم ٿيڻ تي

ڪلي پوي. جيڪڏهن مون کي ضرورت پئي ته مان انهن کي کولي ڇڏيندس. پوءِ چو نه ان جي ڪيتري ئي قيمت ڏيڻي پوي. پر هاڻي مان ان کي زبردستيءَ سان کولڻ نه ٿو چاهيان. انهن کي پاڻ ئي کلڻ ڏيو. خود ئي پنهنجي اصلي حالت تي اچڻ ڏيو. ڪجهه به ٿئي رات مون انهن جو وڏو غلط استعمال ڪيو آهي. انهن سان سموريون ڏوريون کوليون ۽ ٻڌيون آهن.

هن هڪ نظر سمونڊ تي وڌي ۽ اهو محسوس ڪرڻ لڳو ته هو ڪيتري قدر نه اڪيلو آهي. پر هو گهري اونداهي پاڻيءَ ۾ هڪ چمڪدار معدني موتي ڏسي پئي سگهيو. ڏور جيڪا سنڌس سامهون هئي. انهيءَ پرسڪون پاڻيءَ ۾ عجيب وغريب ڇوليون هيون. هاڻي واپاري هوا ۾ بادل ترتيب سان اچي رهيا هئا هن سامهون نظر ڊوڙائي ته پري پاڻيءَ تي آسمان جي پسمنظر ۾ اڏرندڙ جهنگلي آڙيون اڀريون. هن چاتي ورتو ته سمونڊ ۾ ڪوبه ماڻهو ڪڏهن به اڪيلو ناهي ٿيو.

هن انهن ماڻهن جي باري ۾ سوچيو جيڪي ننڍي ٻيڙيءَ ۾ خشڪيءَ جي اوجهل هجڻ کان ڊڄندا آهن. هن کي خبر هئي ته اوچتو خراب ٿيندڙ موسم وارن مهينن ۾ ان جو ڊڄڻ حق تي آهي. پر هاڻي ته طوفان جا مهينا آهن ۽ انهن طوفان وارن مهينن ۾ جڏهن طوفان نه هجي ته اهي سال جا بهترين مهينا هوندا آهن.

جيڪڏهن توهان سمونڊ ۾ آهيو ۽ طوفان اچڻ وارو آهي ته توهان ڪيترائي ڏينهن پهريون ئي آسمان تي ان جون نشانيون ڏسي سگهو ٿا. جو ته ڪناري تي انهيءَ ڪي خبر ئي ناهي هوندي ته ڪهڙي شئي کي ڏسجي. هن سوچيو خشڪيءَ تي به بادلن جي شڪل تبديل ٿيڻ گهرجي. پر اجهان ته اسان وٽ ڪو به طوفان نه ٿو اچي.

هن آسمان ڏانهن نظر وڌي ۽ ڏٺائين ته ڪڪرن جو اڇو جهڳٽو آئيس ڪريم جي ڍڳ جيئان ٻڌجي ويو آهي. " هلڪي صبح جي ٿڌڙي هير " هن چيو. موسم توکان وڌيڪ منهنجي لاءِ سٺي مچي آهي!"

هن جو کابو هٿ اجان تائين مروڙيل هو پر هو آهستي آهستي کولي رهيو هو اصل ۾ مون کي وڏائيءَ کان نفرت آهي هن سوچيو. حقيقت ۾ پنهنجي بدن سان دوکيبازي به آهي. سڙيل گوشت جي زهر سان اسهال (بيماريءَ جو نالو) لڳي وڃڻ. انهيءَ جي اثر سان الٽي ڪرڻ ٻين جي سامهون بدناميءَ جي ڳالهه آهي. جيڪڏهن نينگر هتي هجي ها ته هُو منهنجي مالش ڪري ها. تنهن کان پوءِ هن ساڄي هٿ سان ڏور جي ڇڪ ۾ تبديلي محسوس ڪئي ۽ پوءِ ڏٺائين ته

پاڻيءَ ۾ ڏور جو رخ بدلجي ويو آهي. پوءِ هو ڏور جي خلاف جهڪي ويهي رهيو ۽ هن پنهنجي کاٻي هٿ کي سختيءَ سان پنهنجي ران تي هنيو. اوچتو هن ڏٺو تہ ڏور آهستي آهستي مٿئين طرف اچي رهي آهي. هن چيو نيڪ ٿي وڃ هٿ!! مهرباني ڪري نيڪ ٿي وڃ.

"ڏور آهستي آهستي مٿي ٿيندي وئي ۽ پوءِ بتيليڪان ڪجهہ اڳتي سمنڊ جي مٿاڇري تي اڀري ۽ مڇي ٻاهر نڪري آئي. جڏهن اها ٻاهر نڪتي تہ ائين معلوم ٿيئي پيو ڄڻ ختم ئي ناهي ٿي. پاڻي هن جي ٻنهي طرفن کان وهي رهيو هو اها اس ۾ چمڪي رهي هئي. ان جي منهن ۽ پيٽ جو رنگ گهرو ڳاڙهاڻ مائل ڪارو هو. اس ۾ هن جي ٻانهن جون پٽيون وڏيون ڏکيون ۽ هيڊي رنگ جون ڏسڻ ۾ اچي رهيون هيون. اها پنهنجي مڪمل وسيع پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري وئي ۽ پوءِ ڪنهن غوطي ڪائيندڙ جيئان آهستي آهستي پاڻيءَ ۾ ٻيهر داخل ٿي وئي ۽ پوڙهي ڏاٽي جهڙي پڇ کي پاڻيءَ ۾ غائب ٿيندي ڏٺو ڏور وري تيزيءَ سان وڃڻ لڳي."

"اها بتيليڪان بہ فٽ وڌيڪ ڊگهي آهي." پوڙهي چيو. ڏور تيزيءَ سان پر وچٿري رفتار سان گڏ وڃي رهي هئي مڇي حيران نہ هئي. پوڙهو ٻنهي هٿن سان ڏور کي جهلي ويٺو هو. هن کي خبر هئي تہ جيڪڏهن هو لڳاتار دٻاءَ سان گڏ مڇيءَ جي رفتار کي گهٽ نہ ڪري ها تہ اها سموري ڏور ڪٽي وڃي ها ۽ پوءِ انهيءَ کي ٽوڙي ڇڏي ها. حقيقت ۾ اُها وڏي مڇي آهي ۽ انهيءَ کي مطمئن ڪرڻ منهنجي لاءِ انتهائي ضروري آهي. هن سوچيو "مون کي ڪيس موقعو نہ ڏيڻ گهرجي تہ اها پنهنجي طاقت جو اندازو لڳائي ڇڏيندي. پر اها چا ڪري سگهي ٿي جيڪڏهن مان انهيءَ جي جڳهہ تي هجان ها تہ مان پورو زور لڳائي ڊوڙيان ها. ايستائين جو ڪا شئي ٽٽي وڃي ها. پر خدا جو شڪر آهي تہ اها يتري عقلمند ناهي جيترا اسان انهيءَ کي مارڻ وارا آهيون.

پوڙهي تمام گهڻيون وڏيون مڇيون ڏٺيون هيون. هن ڪيتريون ئي اهڙيون مڇيون ڏٺيون هيون جن جو وزن هڪ هزار پائونڊ کان وڌيڪ هو ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ ايتريون وڏيون بہ مڇيون پڪڙيون بہ هيو. پر اڪيلو ڪڏهن بہ نہ........ ۽ هاڻي اڪيلو هُو خشڪيءَ کان پري، پنهنجي زندگيءَ جي عظيم ترين مڇيءَ بابت هن ڪڏهن بہ ڪو نہ ٻڌو هو هن جو کاٻو هٿ هاڻي بہ ايترو ئي سخت هو جيئن باڙجي جو پڪڙ وارو مُڪو هوندو آهي.

پر اُهو کلي ويندو. هن سوچيو يقينن اهو منهنجي ساڄي هٿ جي مدد

جي لاءِ کلي ويندو. بہ شيون آهن. جن جي پاڻ ۾ دوستي آهي. مڇي ۽ منهنجا ٻہ هٿ انهن کي کلڻ گهرجي. مروڙيل انهيءَ جي شان جي خلاف آهن. مڇي هاڻي وري سست ٿي وئي هئي. ۽ پنهنجي معمولي رفتار سان وڃي رهي هئي.

اها خبر ناهي تہ ڇو اڇل ڪاڏي هئائين. پوڙهي سوچيو. انهيءَ بلڪل ان طرح اڇل ڪاڏي هئائين جڻ مون کي ڏيکاري رهي هجي تہ مان ڪيتري وڏي آهيان. پر ڪجهہ بہ هجي هاڻي مون کي سڌ آهي هن سوچيو حقيقت ۾ منهنجي خواهش بہ آهي تہ انهيءَ کي ٻڌايان تہ مان ڪهڙي طرح جو ماڻهو آهيان. پر آخر اها مروڙيل هٿ بہ ڏسندي. ان کي سوچڻ ڏي تہ مان وڌو ماڻهو آهيان ۽ مان اهڙو ٿي ويندس. ڪاش! مان مڇي هجان ها. هن سوچيو. هر اها شئي جيڪا منهنجي ارادي ۽ عقل جو مقابلو رکي ٿي. هو آرام سان ويهي رهيو ۽ صبر سان پنهنجي مصيبتن کي برداشت ڪرڻ لڳو. مڇي لڳاتار ترندي رهي. ۽ ٻتيلو اونداهيءَ جي عالم ۾ پاڻيءَ ۾ ترندو رهيو ۽ آهستي آهستي چُرپُر ڪندي رهي. اوڀر کان اچڻ واري هوا سان سمونڊ ۾ ڪجهہ هلچل هئي. ٻيپهريءَ جي وقت پوڙهي جو کاٻو هٿ کلي ويو.

"تنهنجي لاءِ خراب خبر آهي مڇي." هن چيو ۽ پنهنجي ڪلهن تي رکيل ڏور کي پري ڪيو.

هو آرام ۾ تہ هو پر مصيبت ۾ گرفتار هو. هُواهو محڻ جي لاءِ تيار نہ هو تہ هتي ڪا مصيبت آهي.

"مان مذهبي تہ ناهيان" هن چيو. "پر مان ڏهہ ڀيرا پنهنجي مقدس پيءُ ۽ ڏهہ ڀيرا خوش آمديد مريم." جي دعا پڙهندو آهيان تہ جيئن مان مڇي پڪڙي سگهان. اهو مان پڪو پهہ ٿو ڪيان تہ جيڪڏهن مان انهيءَ کي پڪڙيو تہ ڪوبرا جي ڪنواريءَ جي زيارت تي ويندس. اهو منهنجو واعدو آهي.

هو مشيني انداز ۾ دعائون پڙهڻ لڳو ڪيترائي دفعا هو ايترو ٿڪجي پوندو هو جو دعا بہ ياد ڪو نہ رهندي هيس. تڏهن هُو ايتري تيزيءَ سان انهن کي پڙهندو هو. جو اهي پنهنجو پاڻ ذهن ۾ هليون اينديون هيس. "خوش آمديد مريم". جي دعا اسان جي مقدس پيءُ کان وڌيڪ سهنجي آهي. هن سوچيو.

"ڀلي ڪري آئينءَ مهربان مريم." پالڻهار توسان گڏ آهي. تون سڀني عورتن کان وڌيڪ وڏي آهين. ۽ تنهنجي رحم جو ثمر وڏو آهي. يسوع مقدس مريم هاڻي اسان گنهگارن لاءِ دعا ڪر ۽ اسان جي موت جي بہ وقت آمين. وري هن چيو: افضل مريم انهيءَ مڇي جي موت جي لاءِ دعا ڪر. ڇو تہ اها سٺي آهي.

هاڻي هُو پنهنجون دعائون ختم ڪري ڪافي بهتر محسوس ڪري رهيو هو پر هاڻي به هن کي بلڪل ايتري ئي تڪليف ٿي رهي هئي يا شايد ان کان به وڌيڪ جهجهي هيس.

هو ڪمان جي ڪاٺيءَ سان ٽيڪ لڳائي ويهي رهيو ۽ مشيني انداز ۾ پنهنجي کاٻي هٿ جي آڱرين کي کولڻ ۽ بند ڪرڻ لڳو.

هاڻي اُس تيز ٿي وئي هئي. ۽ هوا به ڪجهه گهٽڻ لڳي هئي منهنجو خيال آهي ته بتيليءَ جي هئي حصي ۾ انهيءَ ڏور ۾ مون کي هيٺهر اوڳاهه وجهڻ گهرجي.“ هن چيو. ”جيڪڏهن مڇيءَ هڪ رات انهيءَ پر رهڻ جو فيصلو ڪيو ته مون کي اجان به وڌيڪ کاڌي جي ضرورت پوندي. بوتل ۾ پاڻي به ٿورو وڃي بچيو آهي. منهنجو خيال آهي ته ڊولفن کان سواءِ ڪائي ٻي مڇي ڪو نه ملي سگهندي. جيڪر اها تازي تازي کاوان. پر اها به ناهي. ڪاش! اڄ رات ڪا اڏرندڙ مڇي بتيلي ۾ اچي ڪري پوي. پر انهيءَ جي ڇهڇتي جي لاءِ روشني به ڪو نه آهي. اڏرندڙ مڇي ڪچي کاڌي کائڻ ۾ به ڏاڍي سٺي آهي ۽ مون کي ان جو ڪنڊو به ڪو نه لڳندو آهي.

مون کي هاڻي پنهنجي طاقت بچائڻ گهرجي. مسيح جو قسم مون کي سڌ به ڪو نه هئي ته اُها ايتري وڏي هوندي.

”پر آءٌ کيس ماري ڇڏيندس.“ هن چيو ڏهن ته اها ناانصافي آهي. هن سوچيو. پر مان ان کي اهو ٻڌائيندس ته هڪ ماڻهو ڇا ڪجهه ڪري سگهي ٿو. مان نينگر کي چيو هو ته مان عجيب قسم جو پوڙهو ماڻهو آهيان.“ هن چيو. ”هاڻي اهو وقت اچي ويو آهي جو مون کي اهو ثابت ڪرڻ کپي.“

هزارين ڀيرا ثابت ڪري ڇڏيو هو ڇا اهو ٻي معنيٰ آهي؟ هاڻي هو ٻيهر ثابت ڪري رهيو هو ته هر موقعو هڪ نئون موقعو هوندو آهي ۽ جڏهن هو ڪم ۾ مصروف هوندو هو ته ماضيءَ جي باري ۾ ڪجهه به ڪو نه سوچيندو هو. ڪاش! اها سمهي پوي ۽ مان به سمهي سگهان ۽ شينهن جا خواب ڏسان. هن سوچيو.

هاڻي ٻيرِ شينهن ئي اهم شئي ڇو رهجي ويو آهي؟ سوچ نه. پوڙهي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي چيو.

ڪاٺيءَ سان ٽيڪ لڳائي آرام سان ويٺو رهه ۽ ڪنهن شئي جي باري ۾ نه سوچ.

ٻيپهري ٿي وئي ۽ بتيلي هاڻي به لڳاتار آهستي آهستي چرپر ڪري رهيو هو پر اوپر واري هوا گهٽڻ ڪري، انهيءَ جي رفتار ڪجهه وڌي وئي. پوڙهو

نرميءَ سان پرسڪون پيڙيءَ تي سوار وڃي رهيو هو. پٺيءَ تي ڏوريءَ جي تڪليف هُو خاموشيءَ ۽ آهستگيءَ سان برداشت ڪري رهيو هو.

ٻيپهريءَ جو هڪ پيري ٻيهر ڏور مٿي ٿيڻ لڳي. پر مڇي ڪجهه مٿي ترڻ لڳي. اس پوڙهي جي ڪاپي ٻانهن، ڪلهي ۽ پٺيءَ تي پئجي رهي هئي. هن اندازو لڳايو ته مڇي اتر ڏانهن اوڀر طرف مڙي آهي.

چو ته هُو مڇيءَ کي هڪ دفعو ڏسي چڪو هو ان لاءِ تصور ۾ هو مڇيءَ جي تصوير ٺاهي سگهي پيو. جڏهن اها پنهنجي سيني جي پرن کي ٻانهن جيئان ڦهلائي پنهنجي ڊگهي پڇ سان اونداهيءَ کي چيريندي وڃي رهي هجي. خبر ناهي انهيءَ گهرائي ۾ اها ڪيترو ڏسي سگهي هوندي، پوڙهي سوچيو. ان جون اکيون ته تمام گهٽيون وڏيون هيون ۽ گهوڙو ته انهيءَ کان وڌيڪ ننڍيون اکيون رکندي به اونده ۾ ڏسي سگهي ٿو. هڪ زماني ۾ ته مان به اونده ۾ بخوبي ڏسي سگهندو هوس. پر ها ان طرح جيئن ٻلي ڏسندي آهي.

اُس ۽ آڱرين جي لڳاتار چرپر سان هاڻي انهيءَ جو کاٻو هٿ پوريءَ طرح کلي ويو هو. هو هاڻي ان تي وڌيڪ بوجهه منتقل ڪرڻ لڳو ۽ هن پنهنجي پٺيءَ کي ڏڪٽي ڏني ته جيئن ڏور ٿوري جڳهه تبديل ڪري ڇڏي.

تون ٿڪي ته ڪو نه آهين مڇي؟ هن وڏي آواز ۾ چيو.

"تون ته ڏاڍي عجيب آهين؟" هاڻي هو ڏاڍي ٿڪاوٽ محسوس ڪري رهيو هو. هو ڄاڻي پيو ته جلد ئي رات ٿي ويندي. هن ڪوشش ڪئي ته ٻين شين جي باري ۾ سوچي تنهن کان پوءِ هن وڏي ٽيمن جي باري ۾ سوچيو. هن کي خبر هئي ته نيويارڪ جي "يانڪي" ڊيٽرائٽ جي ٽائيگرن سان کيڏي رهي آهي.

اڄ ٻيون ڏينهن آهي جو مون کي جوگاس (راند) جي نتيجي جي خبر ناهي. هن سوچيو پر مون کي ڀروسو رکڻ گهرجي ۽ مون کي ڊي ميگ گيو جي لاءِ شاندار ٿيڻ گهرجي. جيڪو پير جي هڏي ٽڙڻ کان پوءِ به چڱي نموني سان کيڏندو آهي. هڏيءَ جو چوسڻ ڇا آهي؟ هن پنهنجو پاڻ کان پڇيو.

مون کان اهو نه ٿو ٿئي. ڇا ان سان ايتري تڪليف ٿي سگهي ٿي جيتري پير جي هڏيءَ ۾ ڪڪڙ جي ڪنڊي لڳڻ سان ٿيندي آهي؟ منهنجو خيال آهي ته مان انهيءَ کي برداشت نه ٿو ڪري سگهان ۽ هڪ يا ٻنهي اکين جي وڃائڻ بعد جنگ جاري رکي ڪو نه سگهندس. جيئن ڪڪڙ وڙهندا آهن.

حقيقت ۾ انسان عظيم پکين ۽ جانورن جي مقابلي ۾ ڪجهه به ناهي. پوءِ به مان سمنڊ جي اونداهيءَ ۾ هيٺ اهو جانور ٿيڻ پسند ڪندس.

"شارڪ مڇيون نہ آيون." هن وڏي ڪنبندڙ آواز ۾ چيو.

جيڪڏهن شارڪ آئي تہ خدا ئي انهيءَ تي ۽ مون تي رحم ڪري سگهي ٿو.

ڇا توکي يقين آهي تہ عظيم ڊي ميگ گيو هڪ مڇيءَ سان گڏ ايتري دير ترسي سگهي ٿو جيترو مان انهيءَ مڇيءَ سان گڏ ترسي سگهان ٿو هن سوچيو مون کي يقين آ تہ اها ترسندي ۽ شايد وڌيڪ دير تائين ترسي.

ڇو تہ اهو نوجوان اجان وڌيڪ مضبوط آهي ان لاءِ تہ بہ پاڻ ان جو پيءُ بہ ماڻهو هو پر ڇا هڏي جي ٽتڻ سان انهيءَ کي تمام گهڻي تڪليف ٿيندي؟"

"مون کي ڇا خبر" هن وڏي آواز سان چيو. منهنجي تہ ڪڏهن بہ هڏي ٽٽي ناهي.

جڏهن سج ٻڏڻ لڳو تہ پاڻ خود اعتمادي پيدا ڪرڻ جي لاءِ هو ڪا سا بلانڪا هوٽل جو واقعو ياد ڪرڻ لڳو. جڏهن هو سيان فوگس جي عظيم نگروءَ سان گڏ جيڪو گوديون جو طاقتور ترين ماڻهو هو. ان سان زور آزمائي رهيو هو. پنهنجي ڪارائيءَ کان سڌو ڪندي هٿن کي جڪڙائي زور آزمائي رهيو هو. هر هڪ ڪوشش ڪري رهيو هو تہ ٻئي جي هٿ کي زور لڳائي ٽيبل تي جهڪائي ڇڏي ماڻهون خوب شرطون لڳائي رهيا هئا ۽ گاسليٽ واري لالٽين جي روشنيءَ ۾ اچي وڃي رهيا هئا. هو حبشيءَ جي ٻانهن. هٿ ۽ سندس چهري کي ڏسندو رهيو هو. پهرئين اٺن ڪلاڪن کانپوءِ هر چوٿين ڪلاڪ راند جي نگراني بدلائيندو رهيو تہ جيئن نگران سمهي سگهي. هن جي ۽ حبشيءَ جي ننهن جي هيٺان رت وهي رهيو هو. ۽ انهن هڪٻئي جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏٺو هو پنهنجي هٿن ۽ ٻانهن تي نظر وڌي هئي ۽ پٽ سان ٽيڪ لڳل اوچين ڪرسين تي ويهي چڪو هو ۽ ڏسي رهيو هو.

سڄي رات مشڪل مرحلي ۾ هيڏي هوڏي ٿيندا رهيا. حقيقت ۾ ماڻهن حبشيءَ کي شراب پيئاريو هو ۽ انهيءَ کي سگريٽ ڏنا هئائون. شراب پيئڻ کان پوءِ حبشي تمام گهڻي طاقت سان زور لڳائيندو رهيو. هڪ دفعي تہ هن پوڙهي جو هٿ طاقت سان ٽي انچ ٻئي پاسي جهڪائي ڇڏيو هو. پر ان سمي هو پوڙهو نہ هو. بلڪ چيمپيئن هو پر ان کان پوءِ بہ پوڙهي پنهنجو هٿ گذريل حد تائين ڪنيو هو ان وقت هن کي يقين ٿي ويو هو تہ هن حبشيءَ کي جيڪو هڪ سٺو ماڻهو ۽ وڏو رانديگر هو. جنهن ڪيس شڪست ڏئي ڇڏي هاڻي جڏهن صبح ٿي رهي هئي ۽ شرط لڳائڻ وارا چئي رهيا هئا تہ مقابلو برابر سمجهيو وڃي ۽ راند جو نگران

پنهنجو ڪنڌ ڏرٽي رهيو هو تہ هن پنهنجو آخري زور لڳايو هو ۽ حبشيءَ جي هٿ کي هيٺ ڪري رهيو هو اهو مقابلو آچر جي صبح جو شروع ٿيو هو ۽ سومر جي صبح جو ختم ٿيو هو اتي تمام گهڻا شرط لڳائڻ وارا، ڪٽڻ وارا ۽ هارائڻ جي فيصلي جي بغير مقابلو ختم ڪرڻ جي لاءِ چئي رهيا هئا ڇو تہ انهن کي ڪنڊ جي پاڇڪن ڪٽي اچڻ جي لاءِ ڪارخاني تي وڃڻو هو. هُو هوانا جي ڪوئلي واري ڪمپنيءَ ۾ ڪم جي لاءِ وڃڻو هو نہ تہ هر هڪ اهوئي پئي چاهيو تہ مقابلي جو ڪوئي انجام ٿئي. پر ان کان پهريائين جو ڪوئي ڪم تي وڃي. هن ان کي ڪنهن نہ ڪنهن طرح انجام تائين پهچائي ڇڏيو هو.

ان کان پوءِ هڪ عرصي تائين سڀ ماڻهو انهيءَ کي "چيمپيئن" چئي رهيا هئا ۽ بهار جي موسم ۾ پيهر مقابلو ٿيو هو. پر ان ۾ وڏيڪ شرطون ڪو نہ لڳايون ويون هيون. ۽ هو آسانيءَ سان کٽي ويو هو. ڇو تہ پهرئين ئي مقابلي ۾ هن سيانوگس جي حبشيءَ جي خود اعتمادي ختم ڪري ڇڏي هئي. ان کان پوءِ هن ڪجهہ بيا مقابلا بہ ڪيا ۽ پوءِ ختم ڪيائين. هن سوچيو تہ جيڪڏهن پوري ڪوشش ڪري هارائڻ چاهي تہ هو هارائي سگهي ٿو. تنهن کان پوءِ هن سوچيو تہ مڇي مارڻ هن جي کابي هٿ جي لاءِ خراب آهي. هن پنهنجي ساڄي هٿ سان ڪجهہ مشقي مقابلا ڪيا هئا. پر هن جو کابو هٿ هميشہ غدار ثابت ٿيو هو اهو هٿ سندس حڪم جي پورائي ڪندو هو.

هاڻي سج هن کي چڱي پر پچي ڇڏيندو. هن سوچيو هي هاڻي پيهر وڏائي نہ ڪندو. ها جيڪڏهن رات جو تمام گهڻو سيءُ پوي تہ بہ ڳالهہ آهي. خبر ناهي هيءَ رات ڇا ڪجهہ ڪٽي اچي ٿي.

ميامي ويندڙ هڪ جهاز مٿان کان گذريو ۽ هن اڏرندڙ مڇين جي هڪ ٽوليءَ کي ترندي ڏٺو.

"ايترين اڏرندڙ مڇين سان گڏ ڪا ڊولفن ضرور هوندي" هن سوچيو هُو پنهنجي ڏور تي زور لڳائي پوئتي جهڪيو تہ جيئن ان کي ڇڪي سگهجي پر هُو هن کي وڌيڪ ڪو نہ ڪڇي سگهيو. ڏور بلڪل سخت هئي ۽ انهيءَ سان پاڻيءَ جا قطرا ڇلڪڻ لڳا جيئن ڏور جي ٽٽڻ کان پهريان هوندا آهن بتيلي آهستي آهستي حرڪت ڪري رهيو هو ۽ هُو هوائي جهاز کي غور سان ڏسي رهيو هو ايستائين جو اهو نظرن کان اوجهل ٿي ويو هو.

هوائي جهاز ۾ ويهڻ تہ انوکو لڳندو آهي. هن سوچيو. خبر ناهي ايتري اوچائيءَ ۾ سمونڊ ڪيئن نظر ايندو هوندو. جيڪڏهن اهو تمام گهٽي بلنديءَ تي

پرواز نہ ڪري تہ انهيءَ کي مڇي چڱي پر نظر اينديءَ مان چاهيان ٿو تہ بہ سٺو نوٽن جي اوچائيءَ تي آهستي آهستي اڏام ڪيان ۽ مٿان کان مڇيءَ کي ڏسان بتيلي ۾ جڏهن مان ٽنب واري ڪاٺيءَ تي چڙهي ويندو هوس تہ ايتري بلنديءَ کان بہ مان گهڻو ڪجهہ ڏسندو هوس ۽ اتان کان ڊولفن تمام گهڻي سرسبز ڏسڻ ۾ ايندي هئي. اهڙيءَ طرح توهان انهيءَ جون پٽيون ۽ سندن ڳاڙهاڻ مائل ڪارو يا نيرو رنگ ڏسي سگهو ٿا. توهان انهن جو سڄو ٽولو ترندي ڏسي سگهو ٿا. ڪاري وهڪري ۾ تيزيءَ سان ترڻ وارين سمورين مڇين جي عام طور تي ڳاڙهاڻ مائل ڪاري رنگ جي پٺيءَ تي ڪاريون پٽيون ۽ نشان ڇو هوندا آهن؟ ڊولفن تہ سائي رنگ جي ڏسڻ ۾ ايندي آهي ڇو تہ انهيءَ جو رنگ اصل ۾ سونهري هوندو آهي. پر جڏهن اها سچ پچ بک جي حالت ۾ کائڻ ايندي آهي تہ ان جي ٻانهن تي مارلن جهڙيون ڪاريون پٽيون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن. اهي ڇو ظاهر ٿينديون آهن؟ ڪاوڙ جي ڪري يا تيز رفتاريءَ جي ڪري ٿينديون آهن؟

اونداهي ٿيڻ کان ڪجهہ وقت اڳ هُو سارگاسو جي ٻوٽن واري هڪ وڏي ٻيٽ کان گذر ڪيائين. جيڪو هلڪي سمنڊ ۾ سهڪي ۽ ڏکي رهيو هو. ڄڻ سمنڊ ڪنهن پيلي ڪمبل اوڍيل ڇوڪريءَ سان پيار ڪري رهيو هجي. هن کي انهيءَ جي خبر ان وقت پئي جڏهن هن هوا ۾ اڇل کائيندي ڏٺو لهندڙ سج جي اس ۾ اها جهڙوڪ سون ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي ۽ هوا ۾ وحشياڻي انداز ۾ تڙپي رهي هئي.

هُو وڏي ڏور کي ساڄي هٿ ۾ رکندي آهستي آهستي بتيلي جي ٻئي حصي ۾ آيو ۽ ڊولفن کي اندر ڇڪڻ لڳو. هُو هر پيري ڏور کي پنهنجي کاٻي پير سان دٻائيندو رهيو جڏهن مڇي بتيلي جي پوئين حصي جي ويجهو آئي. تہ هُو انتهائي مايوسيءَ منجهان هيڏي هوڏي واجهائي رهيو هو. هن ڳاڙهاڻ مائل ڪاري رنگا رنگي سونهري مڇيءَ کي ڪنيو ۽ انهيءَ کي ڇيرڻ ڦاڙڻ لڳو. ان جو ڊگهو ويڪرو جسم، پڇ ۽ سندس منهن تڙپي رهيو هو ۽ بتيلي جي تري ۾ ڪلابازيون کائي رهيو هو ايستائين جو هن سندس سونهري چمڪدار منهن کي ڪٽيو ۽ اها ٽٽڪي ٽٽڪي سانت ٿي وئي.

پوڙهي مڇيءَ کي ڪنڍيءَ مان ڇڏايو. هن ڏور ۾ هڪ ٻيو ساردين جو اوڳاهہ وڌو ۽ انهيءَ کي پاڻيءَ ۾ اڇلي ڇڏيائين. هن پنهنجو کاٻو هٿ ڌوتو ۽ پاجامي سان اگهيائين تنهن کان پوءِ هن وڏي ڏور کي پنهنجي ساڄي کان کاٻي هٿ ڏانهن منتقل ڪيو ۽ ساڄي هٿ کي سمونڊ ۾ ڌوتائين هُو سج کي سمونڊ ۾

وينديءَ ڏور جي جهڪاءَ کي ڏسندو رهيو.

"اها بلڪل تبديل ناهي ٿي." هن چيو. هن اندازو لڳايو ته سندس رفتار ڪافي گهٽ ٿي وئي آهي.

مان بتيلي جي پنهي ڳنن کي بتيلي جي پوئين حصي سان ٻڌي ڇڏيندس. انهيءَ سان رات جو بتيلي جي رفتار گهٽ ٿي ويندي هن چيو "اڄوڪي رات ته اها چڱي پر گذاريندي ۽ منهنجو به اهو ئي حال آهي."

ڊولفن کي ڪجهه دير بعد صاف ڪرڻ ٺيڪ ٿيندو هن سوچيو. انهيءَ طرح گوشت پر رت ضايع نه ٿيندو اهو مان ٿوريءَ دير کان پوءِ ڪري سگهان ٿو ۽ گڏوگڏ ڳن به ٻڌي ڇڏيندس ته جيئن بتيلي جي رفتار ۾ ڪجهه رڪاوٽ ٿئي. هاڻي مون کي ۽ مڇيءَ کي خاموش ٿي رکڻ گهرجي ڇو ته سج لهڻ وقت انهيءَ کي وڏيڪ ڇيڙڻ مناسب ناهي. سج لهڻ وقت سڀني مڇين لاءِ سخت گهڙي هوندي آهي.

هن پنهنجو هٿ هوا ۾ شڪايو پوءِ انهيءَ سان ڏور ڪنيائين ۽ پنهنجي جسم کي ڍلو ڪري ڇڏيائين. هن پنهنجو پاڻ کي ڪاٺي خلاف اڳتي ڇڪي ورتو ان لاءِ ته بتيلي تي ايترو ئي دٻاءُ پوي جيترو انهيءَ تي پئجي رهيو آهي.

مان سکي رهيو آهيان ته اهو ڪهڙيءَ طرح جهلي سگهجي ٿو. هن سوچيو. ياد رکو ته اوڳاهه نڪرڻ بعد ان ڪجهه به ڪونه ڪاڌو آهي. تنهن هوندي به اها ايتري وڏي ديو هيڪل آهي ۽ ان کي تمام گهڻي غذا جي ضرورت آهي. مان ته پوري پونيٽو کائي چڪو آهيان. سڀاڻي ڊولفن کائيندس هن انهيءَ کي ڊوريڊو (Dorado) (ڊولفن جو هسپانوي نالو) چيو. شايد صاف ڪرڻ وقت مون کي ٿوري کائڻ گهرجي. پر ان جو کائڻ ته بونيٽو کان به مشڪل آهي. پر ڇا ڪجي سولو ته ڪوئي ڪم ناهي.

"ڇا حال آ تنهنجو مڇي؟" هن بلند آواز ۾ پڇيو.

"مان بلڪل ٺيڪ آهيان. منهنجو کاٻو هٿ به ٺيڪ آهي ۽ مون وٽ هڪ رات ۽ ڏينهن جو کاڌو موجود آهي. بتيلو ڇڪيندي رهه مڇي."

پر هُو سچ پچ چڱو ڀلو محسوس ڪونه ڪري رهيو هو ڇو ته پٺيءَ تي ڏور جي تڪليف. درد جي حد کان گذري هڪ عجيب بي آراميءَ جي احساس ۾ تبديل ٿي وئي هئي. جنهن کي هُو شڪ جي نظرن سان ڏسندو هو. پر مان انهيءَ کان به وڏيڪ مصيبتن مان گذري چڪو آهيان. هن سوچيو. منهنجو هٿ ته ٿورو ڪٽجي ويو آهي. ٻئي هٿ مان مروڙ به وڃي چڪي آهي.

منهنجا پير بہ بلڪل ٺيڪ آهن ۽ جيستائين خوراڪ جي ڳالهہ آهي تہ هاڻي مان تمام گهڻو ٺيڪ ٿي ويو آهيان.

هاڻي اونداهيءَ جو راڄ شروع ٿي چڪو هو جيئن سيپٽمبر ۾ سج لڪڻ کان پوءِ جلديءَ ۾ اونداهي ٿي ويندي آهي. هُو ڪمان جي ٿنل ڪانيءَ تي اونڌو پيل هو ۽ آرام ڪرڻ لڳو. پهريائين ئي ستارا پڌري چڪا هئا. هن کي "زيجل" (هڪ وڏو روشن ستارو) جو نالو معلوم نہ هو. هن انهيءَ کي ڏٺو ۽ سمجهي ويو تہ جلد ئي غائب ٿي ويندو ۽ ان جا پري جا ساٿي ساٿس سڀ هوندا.

"مڇي بہ منهنجي دوست آهي، هن بلند آواز ۾ چيو.

مون ڪڏهن بہ اهڙي مڇي ڏٺي نہ ٻڌي پر مون کي انهيءَ کي مارڻ ضروري آهي. مون کي خوشي آهي تہ اسان کي ستارا مارڻ جي ڪوشش ڪو نہ ڪرڻي پوندي.

ٺورو سوچيو! جيڪڏهن ماڻهوءَ کي هر روز چنڊ کي مارڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوي تہ؟ هن سوچيو. چنڊ ڀڄي ويجي ها. پر اهو سوچيو تہ جيڪڏهن ماڻهو کي هر روز سج کي مارڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوي تہ ڇا ٿيندو؟

حقيقت ۾ اسين ماڻهو خوشقسمت پيدا ٿيا آهيون. هن سوچيو تنهن کان پوءِ هُو عظيم مڇيءَ جي لاءِ غمگين ٿي ويو. جنهن وٽ کائڻ جي لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو.

پر انهيءَ ڏک دوران مون بہ ان کي مارڻ جو ارادو ڪري ڇڏيو. ان مان ڪيترن ماڻهن جو پيٽ ڀربو. هن سوچيو پر ڇا اهي ان کي کائڻ جي قابل آهن؟ نہ يقينن نہ......

مان اهي ڳالهيون ڪو نہ سمجهان ٿو. هن سوچيو.

پر اهو صحيح آهي تہ اسان کي سج، چنڊ يا ستارن کي مارڻ جي ڪوشش ناهي ڪرڻي پوندي. اهو ئي ڪافي آهي جو اسان سمونڊ تي زندگي گذاريون ۽ پنهنجي مڇين کي ماريون.

هاڻي مون کي ٻتيلي جي وهڪري ۾ رڪاوٽ پيدا ڪرڻ جي باري ۾ سوچڻ کپي. انهيءَ جا خطرا بہ آهن ۽ فائدا بہ ڪوڙ آهن. جيڪڏهن هُو وڌيڪ زور لڳائيندو تہ ٻتيلي جي ڳن جي رڪاوٽ گهٽي ٿيندي ۽ ٻتيلي جي هلڪڙائپ گهٽ ٿيندي ۽ مون کي ايتري ڏور ڇڏڻي پوندي مڇي ئي هٿ مان هلي ويندي. ٻتيلي جي هلڪڙي رفتار سان اسان ٻنهي جي لاءِ مصيبت ڇڪي رهي آهي. پر اهو ئي منهنجي لاءِ محفوظ طريقو آهي ڇاڪاڻ تہ اها موجوده رفتار کان وڌيڪ

تري سگهي ٿي. جيڪا بہ هجي مون کي ٻولڻن کي صاف ڪرڻ گهرجي تہ جيئن اها خراب نہ ٿي وڃي ۽ طاقتور رهڻ جي لاءِ انهيءَ مان ٿورو ڪاڻ گهرجي.

هاٿي مان وڏيڪ هڪ ڪلاڪ آرام ڪندس ۽ چڱي پر ڏسندس تہ اها درست ۽ ٺيڪ ٺاڪ آهي پوءِ واپس بتيلي جي پوئين حصي ۾ وڃي ڪم ڪندس ۽ ڪوئي فيصلو ڪندس. انهيءَ دوران مان ڏسي سگهان ٿو تہ اها ڇا ڪري ٿي ۽ ان ۾ ڪائي تبديلي تہ نہ ٿي اچي ڳنن وارو طريقو سنو آهي. پر هاٿي اهو وقت اچي ويو آهي جو محفوظ طريقي سان ڪم وٺي سگهجي ٿو. اها هاٿي بہ خاص جاندار مڇي آهي. مون ڏنو تہ ڳنڍي ان جي وات جي ڳنڍ ۾ آهي ۽ ان پنهنجو وات زور سان بند ڪري ڇڏيو آهي. ٻک جي سزا ۽ اها ڳالهہ ان جي مقابلي جي لاءِ ڪائي اهڙي شئي آهي جنهن کي اها سمجهي ڪو نہ سگهي ٿي. اهو ئي سڀ ڪجهہ آهي. هاٿي آرام ڪر پوڙها ماڻهو ۽ ان کي ڪم ڪرڻ ڏي جيستائين تنهنجي ٻي ڊيوٽي نہ اچي.

پنهنجي اندازي جي مطابق هڪ بہ ڪلاڪ آرام ڪيو. هاٿي چنڊ تمام گهڻي دير سان نڪري پيو. ان وٽ وقت جو اندازو لڳائڻ جو ڪوئي طريقو نہ هو. هُو سچ پچ آرام ڪو نہ ڪري رهيو هو بلڪ ائين ئي ڪجهہ آرام سان ويٺو هو. هُو هاٿي مڇيءَ جي ڇڪ پنهنجي ڪلهن جي سهاري سان ادا ڪري رهيو هو. پر هن پنهنجو کابو هٿ ڪمان جي ڪناري تي رکي ڇڏيو هو ۽ مڇيءَ جي مزاحمت جو وڏ ڪان وڏ ڪم خودڪشيءَ تي ڇڏي ڏنو هئائين.

جيڪڏهن مان ڏور کي ڪنهن شئي سان ٻڌي سگهان ٿو تہ اهو سڀ ڪجهہ ڪيترو نہ سهنجو ٿي ويندو هن سوچيو. پر ٿوري جهٽڪي سان اها انهيءَ کي ٽوڙي سگهي ٿي. ان ڪري ڏور جي ڇڪ جي لاءِ منهنجي بدن جي گدي ضروري آهي. مون کي هر وقت ٻنهي هٿن سان ڍل ڏيڻ جي لاءِ تيار رهڻ گهرجي.

"پر تون اڃا تائين سميو ناهين پوڙها ماڻهو هِنَ وڏي آواز سان چيو. "اڌ ڏينهن ۽ هڪ رات گذري چڪي آهي ۽ هاٿي هڪ ٻيو ڏينهن ٿي ويو آهي ۽ تون بلڪل ڪو نہ سميو آهين توکي ڪوئي طريقو ڪڍڻ گهرجي جو جيستائين اها خاموش ۽ پرسڪون رهي تہ تون ٿورو سمهي سگهين. جيڪڏهن تون ڪو نہ سمهندين تہ تنهنجو دماغ تندرست ڪو نہ رهندو."

پر منهنجو دماغ تہ ڪافي صاف آهي. هن سوچيو منهنجو دماغ ايترو ئي صاف آهي. جيترا ستارا آهن. جيڪي منهنجا ڀائر آهن. پوءِ بہ مون کي سمهڻ گهرجي. سڀ ماڻهو سمهندا آهن. چنڊ ۽ سج بہ سمهندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن

جڏهن ساموندي وهڪرا ناهن هوندا تہ سطح ۽ وچٿرائي ۽ پرسڪون رهندي آهي پوءِ تہ سمنڊ بہ سمهي پوندو آهي. پر سمهڻ ياد رک هن سوچيو. پنهنجو پاڻ کان اهو ڪم ضرور ڪراءِ ڏورين جي باري ۾ ڪوئي آسان ۽ يقيني طريقو ڪڍ. هاٿي وچ ۽ ڊولفن کي تيار ڪر. جيڪڏهن سمهڻ ضروري آهي تہ ڳنن کي رڪاوٽ جي طور تي ٻڌڻ ڪافي خطرناڪ آهي.

مان بغير سمهڻ جي رهي سگهان ٿو. هن پنهنجو پاڻ کي چيو پر اهو ڪافي خطرناڪ ٿيندو. هو پنهنجي گوڏن جي ڀل سان پيهر بتيلي جي پوئين حصي طرف وڃڻ لڳو وڏي احتياط سان تہ ڪٿي مڇيءَ کي جهٽڪو نہ لڳي وڃي. ٿي سگهي ٿو تہ اها خود اڌ ستل هجي. هن سوچيو. پر مان نہ ٿو چاهيان تہ اها آرام ڪري انهيءَ کي مرڻ تائين چڪيندو رهندس.

بتيلي جي پوئين حصي ۾ پهچي هو اهڙي طرح مڙيو جو ساڄي هٿ ۾ ڏور جو سمورو دٻاءُ ڪلهي جي سهاري رکيائين. تنهن کان پوءِ هن کابي هٿ مان چاقوءَ کي پوش مان ڪڍيائين. هاٿي ستارا روشن ٿي ويا هئا. هو ڊولفن کي چڱي نموني ڏسي سگهي پيو. هن چاقوءَ جي نوڪ سندس مٿي ۾ لڳائي ۽ ان کي بتيلي جي پوئين تختي جي هيٺان چڪيو هن پنهنجو هڪ پير مڇيءَ تي رکيو تان جو ساهہ جي سوراخ جي هيٺين جاڙي جي منڍ تائين تيزيءَ سان چيري ڇڏيو پوءِ هن چاقو هيٺ رکي ڇڏيو ۽ کابي هٿ جي اندر واري گندگي ۽ چلڙ ڪڍي ان کي صاف ڪرڻ لڳو هن پنهنجي هٿ ۾ وزني معدو ۽ آنڊا گونڊا محسوس ڪيا ۽ انهن کي ڪڍي ڇڏيائين انهن مان بہ اڏرندڙ مڇيون هيون جيڪي تازيون ۽ سخت هيون. هن انهن کي پاسي ۾ رکي ڇڏيو ۽ آنڊا گونڊا ۽ گڏوگڏ چلڙ ٻاهر اڇلي ڇڏيائين. اها فاسفورس جهڙي چمڪدار لڪير ڇڏي پاڻيءَ ۾ ٻڏي وئي. ڊولفن ٿڌي هئي ۽ ستارن جي روشنيءَ ۾ هاٿي ڪوڙهيءَ جهڙي پوري سفيد ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. پوڙهي مڇيءَ کي کابي پير ۾ جهلي انهيءَ جي هڪ ٻيري جي کل لاٿي پوءِ ان کي اٿلائي ٻئي ٻيري جي کل لاٿي ۽ مٿي کان پڇ تائين ٻنهي حصن کي هڪ پل ۾ الڳ ڪري ڇڏيائين. تنهن کان پوءِ هن ڍانچي کي ٻاهر ڦٽو ڪيو ۽ ڏسڻ لڳو تہ پاڻيءَ ۾ ڳن ٺهي ٿو يا نہ. پر اتي صرف انهيءَ جي آهستي آهستي ٻڏڻ جا آثار نظر اچڻ لڳا. پوءِ هو واپس مڙيو هن ٻئي اڏرندڙ مڇيون ڊولفن مڇيءَ جي ٻيرن ۾ رکي ڇڏيائين ۽ پنهنجو چاقو واپس پوش ۾ رکيائين ڏور جي بار سبب سندس پٺي جهڪيل هئي ۽ مڇيءَ کي پنهنجي کابي هٿ ۾ کنيو هئائين.

هن مڇيءَ جا بہ ٻيرا تختي تي رکي ڇڏيا ۽ اڏرندڙ مڇيون بہ ساڻس گڏ

رکي ڇڏيائين. تنهن کان پوءِ هن ڏور کي پنهنجي ڪلهي تي هڪ نئين جڳهه تي رکيو ۽ انهيءَ کي ٻيهر کابي هٿ ۾ جهلي ورتائين. جيڪا ٻتيلي جي ڪناري تي رکيل هئي پوءِ هُو هڪ طرف جهڪيو ۽ اڏرندڙ مڇي پاڻيءَ ۾ ڌوتائين ۽ پنهنجي هٿ تي پاڻيءَ جي رفتار محسوس ڪرڻ لڳو. هاڻي رفتار ڪجهه گهٽ هئي ۽ جيئن جيئن هُو هٿ ٻتيلي جي تختي مان مهٽيندو ڌوئيندو ويو تيئن تيئن فاسفورس جا ٽڪرا وهندا آهستي آهستي ترندا هليا ويا. "اُها ٿڪجي رهي آ يا آرام ڪري رهي آ." پوڙهي چيو.

"هاڻي مون کي ان ڊولفن کي کائڻ جي مرحلي مان گذرڻو هو" ان کان پوءِ ڪجهه آرام ڪرڻو آهي ۽ ٿوري ننڊ ڪرڻي آهي.

ستارن هيٺان هر لحظي ٿڌي ٿيندڙ رات ۾ هن ڊولفن جي هڪ ٻيري جو اڌ ڪاڍو ۽ اڏرندڙ مڇيءَ جو مٿو وڍي انهيءَ کي صاف ڪيائين.

"ڇا پڪل ڊولفن کائڻ ۾ نفيس مڇي آهي؟ هن چيو. ۽ ڪچي مڇي ڇا خراب لڳندي آهي؟ هاڻي مان لوڻ ۽ ليمي جي بغير ٻتيلي ۾ ڪو نه چڙهندس."

جيڪڏهن مون ۾ عقل هجي ها ته مان سمورا ڏينهن ڪمان تي پاڻي اڇلائيندو رهان ها ۽ اهو سڪي لوڻ ٺهجي وڃي ها. هن سوچيو پر ان صورت ۾ شايد سج لهي وڃڻ تائين مان ڊولفن کي ڪو نه پڪڙي سگهان ها. ان وقت به مان تيار نه هوس. پر مون ته انهيءَ کي چڱي پر چٻاڙيو آهي ۽ منهنجي دل ڪچي ڪو نه ٿي رهي آهي.

اوڀر طرف آسمان ڪڪرن سان ڀريل هو ۽ چمڪندڙ ستارا آهستي آهستي گم ٿيندا ويا. هاڻي ائين لڳي رهيو هو ڄڻ هُو ڪڪرن جي گهري کاهيءَ ۾ وڃي رهيو آهي. هوا رڪجي وئي هئي.

"ٻن ٽن ڏينهن ۾ موسم خراب ٿي ويندي" هن چيو.

"پر اڄ رات ڪو نه ٿيندي ۽ نه ئي موسم سياڻي خراب ٿيندي." هاڻي ٿوري ننڊ جي تيار ڪري ڇڏ. پوڙها ماڻهوا هن وقت مڇي پرسڪون ۽ خاموش آهي."

هن کابي هٿ جي ڏور کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو ۽ پنهنجو پورو وزن ڪمان جي ڪاٺيءَ تي وجهندي هن پنهنجي ران سان کابي هٿ کي زور ڏنا ۽ پوءِ هن پنهنجي ڪلهي تي ڏور ڪجهه هيٺ ڪئي. ۽ انهيءَ کي کابي هٿ سان جهلي ورتائين. جيستائين منهنجي کابي هٿ جي سهاري تي آهي ان وقت تائين انهيءَ کان ڪم وٺي سهگجي ٿو. هن سوچيو جيڪڏهن ننڊ ۾ ان جي اها پڪڙ

ڍلي ٿي ويندي تہ ڏور جي نڪرڻ سان منهنجو ساڄو هٿ مون کي جاڳائي ڇڏيندو. ڪاهي هٽ ۾ ڪافي سختي ٿي وئي آهي، پر هُو انهيءَ قسم جي محنت جو عادي ٿي ويو آهي. جيڪڏهن مان ويهه منٽ يا اڌ ڪلاڪ بہ سمهي پوندس تہ ڪافي بهتر ٿيندو. پنهنجي سموري بدن کي ڏور سان چنبڙندي هُو اڳتي طرف روانو ٿيڻ لڳو. هن جو سمورو وزن سندس ڪاهي هٿ تي هو. پوءِ هُو سمهي پيو.

هن ببر شينهن جا خواب ڪو نہ ڏٺا. انهيءَ جي بجاءِ هن دريائي سوئرن جو ٽولو ڏٺو جيڪو اٺن يا ڏهن ميلن تائين پکڙيل هو. هي انهن جي ميلاپ جو زمانو هو. اهي هوا ۾ تمام گهڻو مٿي ٽپو ڪائي واپس پاڻيءَ جي ان سوراخ ۾ اچي ڪرن پيا، جتي انهن ٽپا کائڻ وقت ٺاهيو هو.

تنهن کان پوءِ هن خواب ڏٺو تہ هُو ڪنهن ڳوٺ ۾ پنهنجي بستري تي ستل آهي. اوپر کان هوا گهلي رهي هئي ۽ هُو تمام گهڻي ٿڌ محسوس ڪري رهيو هو. هن جو ڪابو هٿ ٿڌ ۾ ٺرُ ٿي ويو ڇو تہ ويهاڻي جي بجاءِ هن پنهنجو مٿو انهيءَ تي رکيو هو.

ان کان پوءِ هُو ڊگهن پيلن ڪنارن جا خواب ڏسڻ لڳو هن ڏٺو تہ پهريائين ببر شينهن شام جي ٿڌ ۾ اتي پهچي ويا آهن ۽ پوءِ آهستي آهستي ٻيا ببر شينهن بہ اتي پهچي ويا آهن، جهاز لنگر انداز ٿي شام جي ساحلي هوا ۾ بيٺو آهي ۽ هُو ڪمان جي ڪاٺيءَ سان ٽِڪ ہڏي ڏسي رهيو آهي ۽ انتظار ڪري رهيو آهي تہ ٻيا ببر شينهن آيا آهن يا نہ......هُو ڏاڍو خوش آهي.

اهڙيءَ ريت چنڊ تما گهڻي دير کان پوءِ نڪري آيو هو پر اُهو ستل ئي رهيو هو ۽ مڇي ڏور کي ڇڪيندي رهي ۽ ٻتيليڪڪرن جي اوٽ ۾ ڇُر پر ڪندي رهي.

هن جي ڪاهي هٽ کيس اچي منهن تي لڳي تہ هُو سجاڳ ٿي ويو. ڏور سندس ڪاهي هٿ مان زوري نڪرندي وڃي رهي هئي. هن کي ڪاهي هٿ جو ڪو بہ احساس نہ هو پر هن کان جيترو ٿي سگهيو پئي، هن ڪاهي هٿ مان ڏور کي جهلڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڏور نڪرندي هلي وئي. آخرڪار هن جو ساڄو هٿ بہ ڏور تي وڃي پيو ۽ هُو ڏور کي مضبوطيءَ سان پڪڙي پوئتي وڃي جهڪيو. هاڻي ڏور سندس پٺيءَ ۽ هٿ کي وڍ ڏئي رهي هئي، هن جو ساڄو هٿ مڪمل ڍيل هو ۽ کيس خراب نموني سان چير اچي رهيا هئا. هن منهن ورائي ڏور جي بنڊلن طرف ڏٺو جيڪي روانيءَ سان کُلي رهيا هئا. ان وقت مڇيءَ اڇل ڪاڏي ۽ سمنڊ جو پاڻي شور ڪرڻ لڳو پوءِ اُها ڏور وڃي پاڻيءَ ۾ ڪري پئي. تنهن کان پوءِ

اها هر هر اڇل ڏيندي رهي ۽ بتيلو تيزيءَ سان هلڻ لڳو جڏهن تہ ڏور هاڻي بہ تيزيءَ سان هٽ مان نڪري رهي هئي ۽ پوڙهو هر هر ڏور ڇڪيندو رهيو ايستائين جو ڏور ٽنڊ جي حد ۾ پهچي وئي. هُو ڪمان کي ڇڪيندو رهيو. هن جو چهرو ڊولفن جي ڪٽيل بيري تي اچي ٽڪيو. هُو بلڪل چرپر ڪو نہ پئي ڪري سگهيو. ان کي اسان جو انتظار هو هن سوچيو. هاڻي ان کي ڇڪڻ گهرجي. ان ڏور جي قيمت ادا ڪرڻ گهرجي.

هُو مڇيءَ جي اڇل کي چڱيءَ پر ڪو نہ ڏسي سگهندو هو. صرف سمنڊ جي ڦاٽڻ ۽ ان جي ڪرندڙ وقت پاڻيءَ جو آواز ٻڌي سگهندو هو. ڏور جي رفتار سندس هٿن کي خراب نموني چيري رهي هئي، پر هن کي هميشہ کان خبر هئي تہ ائين ٿيندو آهي، هُو اها ڪوشش ڪري رهيو هو تہ ڏور ۽ هٿ جي بين حصن کي ڪو نہ وڃي ۽ ڏور سندس هٿ مان کسڪي نہ وڃي گڏوگڏ آڱرين کي ڪٽي نہ ڇڏي.

جيڪڏهن نينگر هجي ها تہ هو ڏور جي بنڊلن کي جهلي ها. هن سوچيو. ڏور نڪري هلي وئي ۽ اُها ويندي رهي. پر هاڻي ان جي رفتار ڍري ٿيندي وئي. هڪ انچ ڏور حاصل ڪرڻ جي لاءِ هُو مڇيءَ کي زور لڳائيندو رهيو. هن تختي ۽ مڇيءَ جي بيري مان پنهنجو منهن مٿي کيو پوءِ هُو گوڏن پر وينو ۽ آهستي آهستي پيرن تي اچي بيٺو هُو هاڻي بہ ڏور ڇڏي رهيو هو. پر آهستي آهستي هُو اتي پهتو جتي هُو پنهنجي پيرن سان انهن بنڊلن کي ڳولهي ڦولهي پئي سگهيو جيڪي ڏسڻ ۾ ڪو نہ اچي رهيا هئا. اڃان تمام گهڻي ڏور باقي هئي. هاڻي تہ مڇيءَ کي پاڻيءَ ۾ ايتري ساري نئين ڏور جو بوجهہ بہ ڇڪڻو هو.

"ها بلڪل" هن سوچيو. هاڻي تہ اُها هڪ درجن کان وڌيڪ اڇل کائي چڪي آهي، هاڻي اها مرڻ جي لاءِ گهرائيءَ ۾ نہ ٿي وڃي سگهي، جتان مان انهيءَ کي مٿي نہ آڻيان. ٿوري دير ۾ اُها چڪر ڪاٽڻ لڳندي ۽ تڏهن مون کي ان تي ڪم شروع ڪرڻو پوندو. مون کي اها خبر ناهي تہ ڪهڙي شئي ان کي اوچتو وائڙو ڪري ڇڏيو؟ ڇا اها بک جي ڪري ايتري توائي باز ٿي وئي؟ يا اها رات ۾ ڪا شئي ڏسي ڊڄي وئي؟ ٿي سگهي ٿو انهيءَ اوچتو ڊپ محسوس ڪيو هجي. پر اها تہ بيحد پرسڪون ۽ مضبوط مڇي هئي، ايتري بي ڊپي ۽ پراعتماد ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي، جيڪا عجيب ڳالهہ آهي.

"اهو بهتر آهي تہ تون پاڻ بي ڊپو ۽ پر اعتماد ٿي وڃ."

"پوڙها ماڻهوا!" هن چيو. "تون انهيءَ کي وري جهلي ورتو آهي." تون

ڏور واپس نہ ٿو ڇڪي سگهين. پر اها جلد ئي چڪر ڪاٽڻ شروع ڪندي."

پوڙهي هاٿي انهيءَ کي ساڄي هٿ ۾ ڪلهن تي جهليو هو. هو ٿورو هيٺ جهڪيو ۽ ڪاٻي هٿ جي ٻڪ ۾ پاڻي ڪنيائين تہ جيئن ڪچي ٻولفن جو گوشت پنهنجي ڇهري سان ڏوئي ڇڏي. هن کي ٻپ هو تہ متان دل ڪچي نہ ٿئي ۽ الٽيون ڪري پنهنجي طاقت نہ وڃائي ويهي. جڏهن هن جو چهرو صاف ٿي ويو تہ هن ٻتيليجي تختي سان مهٽي پنهنجو هٿ ڌوتائين. انهيءَ کي لوٽيائي پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏيائين. هُو سج اڀرڻ کان ٻهريائين روشنيءَ کي ڏسندو رهيو اها تقريبن اوپر طرف ترندي رهي آهي. هن سوچيو. ان جو مطلب آهي تہ اها ٿڪجي چڪي آهي ۽ وهڪري سان گڏوگڏ وڃي رهي آهي. ان کي جلد ئي چڪر ڪاٽڻا پوندا ۽ پوءِ اصل ڪم شروع ٿيندو.

اهو اندازو لڳائڻ کان پوءِ ڪاہو هٿ ڪافي دير تائين پاڻيءَ ۾ رهي چڪو هوس. هن انهيءَ کي ٻاهر ڪڍيو ۽ تڪ ٻڌي ڏٺائين.

"اهو خراب ناهي ٿيو." هن چيو. حقيقت ۾ درد تہ ماڻهوءَ لاءِ ڪا بہ حقيقت نہ ٿو رکي.

هن ڏور کي انهيءَ طرح احتياط سان جهليو تہ جيئن اها ڪنهن تازي زخم ۾ هلي وڃي ۽ پنهنجي وزن کي اهڙي طرح منتقل ڪيائين جو ٻتيلي جي ٻئي طرف هو جيئن پنهنجو ساڄو هٿ سمنڊ ۾ نہ وجهي سگهي.

"ڪنهن فضول ڪم ۾ تنهنجي اها حالت ناهي ٿي." هن ساڄي هٿ کي چيو "پر هڪ لمحو اهڙو بہ هو جڏهن مان توکي حاصل ڪو نہ ڪري سگهيو هوس."

"مان ٻن سٺن هٿن سان ڄڏ ڇو نہ پيدا ٿيس؟" هن سوچيو. شايد اها منهنجي ئي غلطي آهي جو مان انهيءَ جي چڱي پر تربيت ڪئي. اُپاڻهارا چاڻي ٿو تہ انهيءَ کي سکڻ جا تمام گهڻا موقعا مليا. پر رات جو انهيءَ جو ايترو ڊنگ خراب نہ هو ۽ هُو هڪ دفعي ۾ ئي مروڙجي ويو. جيڪڏهن هُو ٻيهر مروڙجي وڃي تہ ڏور کي ان کان ڪٽي اڇلي ڇڏ.

جڏهن هِن اهو سوچيو تہ هو سمجهي ويو تہ هن جو ذهن صاف ناهي، هن خيال ڪيو تہ ٿوري ٻولفن ايان ڇپاڙڻ گهرجي. پر مان نہ ٿو ڪائي سگهان. هن پنهنجو پاڻ کي چيو.

"ٿورو خالي دماغ ٿيڻ کان بهتر آهي تہ تون دل ڪچي ڪري الٽي ڪري پنهنجي طاقت نڇاور ڪر." مون کي خبر آهي تہ جيڪڏهن مان ان کي

ڪائينڊس تہ اها پڇي نہ سگهندي، ڇو تہ منهنجو ڇهروان ۾ لڪل هو مان ان کي ضرورت جي لاءِ بچائي رکندس. پر غذا جي ذريعي طاقت حاصل ڪرڻ جو وقت گذري ويو آهي. تون نهايت ئي بيوقوف آهين. هن پنهنجو پاڻ کي چيو تہ ٻي اڌرنڊڙ مڇي ڪائي ڇڏي.

اها پنهنجي جڳهہ تي محفوظ هئي، جيڪا صاف ستري ۽ تيار هئي. هن انهيءَ کي ساڄي هٿ سان ڪنيو ۽ ڪائڻ لڳو. هڏين کي هوشياري سان چٻاڙيندي هو پڇ تائين سڄي مڇي ڪائي ويو. ان ۾ مڇيءَ کان وڌيڪ غذا هوندي آهي. هن چيو. گهٽ ۾ گهٽ اها طاقت جنهن جي مون کي ضرورت آهي. هاڻي جيڪو ڪجهہ مان ڪري سگهان پيو اهو مون ڪري ڇڏيو آهي. هن سوچيو. هاڻي ان کي چڪر ڪاٽڻ ڏي ۽ جنگ جوٽڻ ڏي.

جڏهن مڇي چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيو تہ سمنڊ ۾ لهڻ کان بعد انهيءَ تي ٽيون سج اڀري رهيو هو. ڏور جي جهڪاءَ سان اها خبر ڪا نہ پئي تہ مڇي چڪر ڪائي رهي آهي. اڃان ڪافي اونداهي هئي، هن ڏور جي چڪ ۾ هلڪي ڏرائي محسوس ڪئي ۽ پنهنجي ڪابي هٿ سان ان کي آهستي آهستي اندر ڇڪڻ لڳو. هُن پنهنجي ٻنهي هٿن جي دائري واري ڇُر ڇُر ۾ استعمال ڪرڻ لڳو ۽ ڪوشش ڪرڻ لڳو تہ ڇڪڻ جو وڌ کان وڌ زور سندس جسم ۽ ڇنگهن تي پوي. ان جون پوڙهيون ڇنگهون ۽ ڪلها ڇڪجڻ سان گڏوگڏ لُڏڻ لڳا.

اهو تمام گهڻو وڏو دائرو آهي، هن چيو "پر اُها چڪر ڪائي رهي آهي."

اهڙيءَ طرح وڌيڪ ڏور اچڻ بند ٿي ۽ هن ان کي مضبوطيءَ سان جهلي ڇڏيو. ايستائين جو هن ڏٺو تہ اس ۾ پاڻيءَ جا قطرا اڇل ڏئي رهيا آهن پوءِ ڏور ٻاهر نڪرڻ لڳي. پوڙهو گوڏن ڀر ويهي رهيو ۽ ناخوشيءَ سان ان جو ساهہ پاڻيءَ ۾ واپس وڃڻ ڏيندو رهيو.

"هاڻي اها پنهنجي دائري جو پريان وارو حصو ٺاهي رهي هئي." ٻن ڪلاڪن کان پوءِ پوڙهو پگهر ۾ شل هو. هن جو هَڏُ هَڏُ ڏُکي رهيو هو. پر دائرا هاڻي تمام ننڍا ٿي ويا هئا ۽ ڏور جي جهڪاءَ سان هُو اندازو لڳائي سگهي پيو تہ ترندي ترندي اها تمام گهڻو مٿي آئي هئي.

هڪ ڪلاڪ کان هن جي اکين جي اڳيان سياهہ نشان پئجي رهيا هئا. پگهر سندس اکين کي لوڻياٺو ڪري رهيو هو ۽ اک جي مٿان ۽ پيشانيءَ جي زخم تي لوڻ ٻرڪي رهيو هو هُو سياهہ نشانن کان ڊپ ڪو نہ ڪري رهيو هو جنهن طاقت سان هُو ڏور کي ڇڪي رهيو هو ان لحاظ کان هُو بلڪل معمول جي

مطابق هو. پر ٻہ دفعا هن بيهوشيءَ مٿي ۾ چڪر محسوس ڪيا. هوا ن مان تنگ ٿي ويو هو.

"مان انهيءَ طرح ناڪام ٿي هڪ مڇيءَ جي اڳيان نہ ٿو مري سگهان." هن چيو. "هاڻي جڏهن تہ مان ايتري خوبصورتيءَ سان ڪيس آڻي رهيو آهيان. جيڪڏهن خلفشار مون کي ڇڪڻ جي طاقت ڏئي مان سئو ڀيرا." اسان جو پيءُ" ۽ سئو ڀيرا "خوش آمديد مريم" پڙهندس. پر هاڻي مان نہ ٿو پڙهي سگهان.

پر سمجهہ تہ مون پڙهي ڇڏيو هن سوچيو مان انهيءَ کي بعد ۾ ٻہ پڙهندس.

ٺيڪ ان وقت هن ڏور ۾ اوچتو جهٽڪو محسوس ڪيو جنهن کي هُو ٻنهي هٿن سان جهلي بيٺو هو.

جهٽڪو تمام تيز سخت ۽ ڳورو هو پر مان اهو ئي پسند ڪندس تہ اها اجان چڪر ئي ڪاٽيندي رهي. هوا ڪاٽڻ جي لاءِ سندس اڇل ضروري آهي.

"اڇل نہ ڪاءِ مڇي." هن چيو.

مڇيءَ ڪيترائي ڀيرا ڏور کي ٽڪر لڳايو ۽ هر ڀيري جڏهن اها پنهنجو مٿو لوڏي پئي تہ پوڙهو ٿوري دير اجان ڇڏيس پيو. مون کي ان جي تڪليف ۾ اضافو نہ ڪرڻ گهرجي. هن سوچيو.

مون کي تڪليف جي ڪائي پرواهہ ناهي. مان ان کي قابو ۾ رکي سگهان ٿو پر ان جي تڪليف انهيءَ کي پاڳل بڻائي سگهي ٿي.

ٿوري دير بعد مڇي ڏور کي ٽڪر هڻڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ آهستي آهستي چڪر ڪاٽڻ لڳي. پوڙهو هاڻي برابر ڏور ڇڪي رهيو هو. پر وري هن بيهوشيءَ جي ڪيفيت محسوس ڪئي. هن ساڄي هٿ ۾ ٿورو سمنڊ جو پاڻي کڻي پنهنجي مٿي تي هاريو پوءِ هن اجان وڌيڪ پاڻي هاريو. ايستائين جو پنهنجي ڳچيءَ کي مهٽڻ لڳو.

"مون کي وڏائي ناهي." هن چيو. اها جلد ئي مٿي ايندي ۽ مان زندهہ رهي سگهان ٿو توکي زندهہ رهڻو ئي پوندو ان جي ڳالهہ ٻہ نہ ڪيو."

هن جهڪي ڪمان سان ٽيڪ لڳائي ۽ هڪ لمحي جي لاءِ ڏور رکي ٻيهر پٺيءَ تي هڏائين. هاڻي اها وسيع گهيري ۾ گهمي رهي هئي. تہ جيئن مان آرام ڪيان ۽ جڏهن اها اندر بيهي رهي تہ ان تي ڪم شروع ڪندس. هن فيصلو ڪيو. هن جي دل چاهي پئي تہ ڪمان ۾ آرام ڪيان ۽ مڇيءَ کي چڪر پورو ڪرڻ ڏيان. جڏهن زور مان خبر پئي تہ مڇي ٻتيلي جي طرف مڙي آهي تہ

پوڙهو پنهنجي پيرن تي بيٺو رهيو ۽ گهمي ڦري هُو سموري ڏور ٻاهر ڇڪڻ لڳو جيڪا مڇي حاصل ڪئي هئي.

مان ايترو تہ ٿڪجي پيو آهيان جو ايترو ڪڏهن بہ ڪو نہ ٿڪو هوندس. هن سوچيو. هاڻي وڻجاري جي هوا تيز ٿي رهي آهي. پر ان کي ڇڪڻ جي لاءِ اها سٺي ٿي ثابت ٿيندي، مون کي ان جي بيحد ضرورت آهي.

"جڏهن اُها ٻئي ڦيري ۾ ٻاهر طرف ويندي تہ مان آرام ڪندس." هن چيو. "مان ڪافي بهتر محسوس ڪري رهيو آهيان ۽ پوءِ مان ٽن ڦيرن بعد کيس ڇڪيندس."

هن جو ٽوپلو پوئتي گدي‌ءَ تي رکيل هو جڏهن هن مڇي‌ءَ جي ڇڪ محسوس ڪئي تہ هو ڪمان ۾ هيٺ جهڪيل هو. پنهنجو ڪم ڪر وڃي مڇي! هن سوچيو جڏهن منهنجو وارو ايندو تہ مان توکي ڇڪي وٺندس.

سمنڊ ڪافي چڙهي ويو هو پر اها سٺي موسم جي هوا هئي ۽ هن کي گهر پهچڻ جي لاءِ ضرورت هئي.

"مان ڏکڻ ۽ اولهہ طرف رخ ڪندس." هن سوچيو.

"ماڻهو تہ سمنڊ ۾ ڪڏهن بہ گم ناهي ٿيندو ۽ وري اهو تہ وڏو ٻيٽ آهي."

هن کي ٽئين چڪر ۾ وڏي مڇي نظر آئي. جيڪا هن کي اونداهي پاڇي جيئان ڏسڻ ۾ آئي. جنهن کي ٻتيلي هيٺان گذرڻ ۾ ايتري دير لڳي جو ان کي يقين ئي نہ آيو تہ اها ايتري وڏي بہ ٿي سگهي ٿي.

پر اها ايتري وڏي هئي جو ان جي چڪر پوري ٿيڻ تي اها صرف ٽيهہ ميٽر پاڻي‌ءَ تي اُڀري ۽ هن پاڻي‌ءَ مان ٻاهر نڪرندڙ پڇ ڏٺو. اها ڏاٽي کان بہ وڏيڪ ڏگهي هئي ۽ گهري نيري پاڻي‌ءَ تي بيحد پيلي ميندي‌ءَ جهڙي نظر اچي رهي هئي. اها ٻيهر پاڻي‌ءَ ۾ غائب ٿي وئي. مڇي ڇاڪاڻ تہ مٿاڇري کان ڪجهہ هيٺ تري رهي هئي. پوڙهو ان جي ڏگهي پُڇَ ۽ ان جي واڱڻائي پٽي ڏسي سگهي پيو. ان جي پَٺي‌ءَ جو پَرُ جهڪيل هو ۽ انهي‌ءَ جي سيني جا وڏا وڏا پر ڪليل هئا. مڇي‌ءَ جي پلٽو کائڻ سان پوڙهو سندس اکيون بہ ڏسي پئي سگهيو اهڙي‌ءَ طرح بہ ڀوريون کير جهڙين مڇيون، جيڪي ان جي آسپاس تري رهيون هيون اهي بہ ان سان چنبڙي پيون. ڇاڪاڻ تہ ان سان کيڏي رهيون هجن. اهي ٻئي ٽن فوٽن کان وڌيڪ ڏگهيون هيون. جڏهن اهي تيزي‌ءَ سان ترنديون هيون تہ بام مڇي‌ءَ جيئان ڪڏنديون هيون.

پوڙهو ماڻهو پگهر ۾ شل ٿي ويو هو. مڇيءَ جي هر هڪ خاموش ڦيري کان پوءِ هُو ڪجهه اجان ڏور کي ڇڪي پيو. هن کي پڪ ٿو يقين هو ته ٻنپهرن کان پوءِ کيس هاربون مارڻ جو موقعو ملندو.

پر مون کي انهيءَ کي اجان ويجهو ڪرڻ گهرجي. ويجهو ويجهو هن سوچيو. مٿي مارڻ جي ڪوشش نه. پر دل ۾ مارڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

"پرسڪون ۽ طاقتور رهه پوڙها ماڻهو." هن چيو.

ٻئي چڪر ۾ مڇيءَ جي پٺي پاڻيءَ کان مٿي اچي وئي هئي، پر اها بتيلي کان ٿورو وڏيڪ پري هئي. ان کان بعد جي چڪر ۾ به اها ڪافي پري هئي، پر ان جي پٺيءَ جو ڪافي حصو ٻاهر نڪتل هو. پوڙهي کي يقين هو ته ٿورڙي ڏور اجان ڇڪڻ بعد هُو ان کي بتيلي جي برابر آڻيندو.

هن پهريائين ئي هاربون تيار ڪري ڇڏيو هو ۽ انهيءَ جي هلڪي رسيءَ جو بنڊل هڪ گول ٽوڪريءَ ۾ پيو هو ۽ ٻيو ڪمان جي هڪ ڪليءَ سان ٻڌل هو.

مڇي هاڻي پنهنجو گهيرو پورو ڪري ان جي طرف اچي رهي هئي ۽ صرف ان جو وڏو پڇ چُر پُر ڪري رهيو هو ان کي ويجهو آڻڻ جي لاءِ مڇي ٿورو هڪ طرف جهڪي پوءِ پنهنجو پاڻ کي سڌو ڪيائين ۽ وري چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيائين.

"مون ان کي لوڏي ڇڏيو." پوڙهي چيو. "مون ان کي ڏوڏي ڇڏيو نه؟"

تنهن کان پوءِ هن کي سخت ڪمزوري محسوس ٿي، پر هُو ان وڏي مڇيءَ تي پنهنجي طاقت جو ڀرپور زور لڳائيندو رهيو. مون ان کي ڏوڏي نه ڇڏيو آهي، هن سوچيو.

"تي سگهي ٿو مان ان کي قابو ۾ آڻيان ۽ ڇڪي وٺان."

"هٿئو!" هن سوچيو. جميل رهو پيرؤ! دماغ! منهنجي لاءِ ڪم ڪندو رهه. ڪڏهن به غائب نه ٿي. هن پيري آءُ کيس ڇڪي وٺندس.

پر جڏهن هن پيري پوري ڪوشش صرف ڪئي ۽ مڇيءَ جي واپس اچڻ کان پهريائين ئي زور لڳائڻ شروع ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي پوري طاقت سان ڏور ڇڪڻ لڳو ته مڇي ڪجهه دير کان پوءِ ڇڪيل آئي ۽ پوءِ پاڻ کي سنڀاليندي پري هلي وئي.

"مڇي" پوڙهي چيو. توکي مارڻو ته بهرحال آهي ئي ڇا تون مون کي به گڏ مارينديـنءَ؟

ان طرح ته ڪجهه حاصل ڪو نه ٿيندو. هن سوچيو.

هن جو وات ايترو ته خشڪ ٿي چڪو هو جو هو ڳالهائي به ڪو نه سگهي پيو. هاڻي هُو پاڻي جي آڌو ڪو نه وڃي سگهي پيو. هن پيري ان کي برابر ڪٽي اچڻ گهرجي. هن سوچيو. مان اجان وڌيڪ ڦيرن تائين باقي نه رهي سگهندس. نه تون ٺيڪ آهين هن پاڻ کي چيو. تون هميشه جي لاءِ ٺيڪ آهين.

ان کان بعد وارن ڦيرن ۾ ته هُو ويجهو ان تائين پهچي ويو هو. پر وري مڇي پنهنجو پاڻ کي سنڀالي ورتو ۽ آهستي آهستي ترندي پرتي هلي وئي.

تون مون کي مرڻ جي ڪنڌيءَ تي پهچائي رهي آهين مڇي! پوڙهي ٻُڌڪيو. پر توکي انهيءَ جو حق آهي مائي مڇي! مون ته توکان وڌي ۽ وڌيڪ خوبصورت ان کان سواءِ وڌيڪ پرسڪون يا عظيم ڪائي وٿ ناهي ڏٺي. اچ ۽ مون کي ماري ڇڏ. مون کي ان جي پرواهه ناهي ته ڪير ڪنهن کي ماري ٿو.

هاڻي تنهنجو دماغ چرخ ٿي رهيو آهي. هن سوچيو. تنهنجي ذهن کي صاف رهڻ گهرجي. پنهنجي ذهن کي صاف رک ۽ ماڻهوءَ جيئان ڏک سک سهڻ جو حوصلو رک. هن سوچيو.

”دماغ صاف ٿي وڃ.“ هن اهڙي آواز ۾ چيو جنهن کي ان مشڪل سان ٻڌي سگهيو پئي. ”صاف ٿي وڃ“ ” اهڙي طرح مڇي به پيرا ڦيرا ڪيا.

مون کي سڌ ناهي پوڙهي چيو. هر پيري ائين معلوم ٿئي پيو ته هُو بيهوش ٿي ويندو. مون کي خبر ناهي پر مان هڪ دفعو ڪوشش ڪندس.

هن هڪ دفعو ٻيهر اها ڪوشش ڪئي ۽ جڏهن ڦيرا ڏنائين ته بيهوشي محسوس ڪرڻ لڳو. مڇي وري پنهنجو پاڻ کي سڌو ڪري ڇڏيو ۽ هوا ۾ پنهنجو وڏو پڇ هلائيندي آهستي آهستي ترندي هلي وئي.

مان ٻيهر ڪوشش ڪندس پوڙهي واعدو ڪيو. هاڻي هن جا هٿ رهڙجي رهيا هئا ۽ هُو صرف ٿوري دير جي ساهيءَ ۾ ئي بخوبي ڏسي پئي سگهيو.

هن وري ڪوشش ڪئي ۽ ساڳيو ئي نتيجو رهيو. شروع ڪرڻ کان پهريائين ئي پنهنجي طاقت ختم ٿيندي محسوس ڪرڻ لڳو. پر هڪ پيرو مان ٻيهر ڪوشش ڪندس. هن پنهنجي سموري طاقت ۽ وڏائي گڏ ڪئي ۽ ان کي مڇيءَ جي عذاب جي آڏو رکي ڇڏيائين. مڇي ڇڪجي آئي ۽ پنهنجي ٻانهن جي ٻل ۾ نرميءَ سان ترڻ لڳي. ان جي چهنب ٻتيلي جي تختن کي تقريبن ڇهي رهي هئي. اها ٻتيلي جي ويجهو کان گذرڻ لڳي. جيڪا ڊگهي، ڪشادي، چانديءَ جهڙو بدن ۽ واڱڻائي نشانن واري هئي اها پاڻيءَ ۾ ختم ئي ٿيڻ جو نالو ئي ڪو نه

وٺي پئي.

پوڙهي ڏور هيٺ وجهي ڇڏي ۽ ان تي پنهنجو پير رکي ڇڏيو هن هاربون کنئي. جيترو ٿي سگهيس پئي ان کي مٿي کيائين. هن لوهه کي اندر ويندي محسوس ڪيو ۽ هُو انهيءَ تي جهڪي ويو ۽ اندر گهيرو ڪري ورتائين پنهنجو پورو وزن ان جي پويان لڳائي ڇڏيائين. تڏهن پنهنجي موت کي ڏسندي مڇيءَ ۾ ساهه پئجي ويو. اها پاڻيءَ کان مٿي ٿي وئي. جڻ اها پنهنجي ڊگهائي، ويڪرائي، پنهنجي مڪمل طاقت ۽ حسن جو مظاهرو ڪري رهي هجي. ائين لڳي رهيو هو تہ اها ٻتيلي ۾ ويهي پوڙهي جي مٿان هوا ۾ موج مستي ڪري رهي هجي پوءِ اُن وڏي آواز سان پاڻيءَ ۾ وڃي منهن ڪيو ۽ پاڻيءَ جا ڇنڊا پوڙهي جي ٻتيلي تي اچي ڪري پيا.

پوڙهي جو مٿو چڪرائجي رهيو هو ۽ سندس طبيعت ڇيڙاڪ ٿي رهي هئي. هن جي نظر چڱي نموني ڪم ڪو نہ ڪري رهي هئي پر هن هاربون جي ڏور کي صاف ڪيو ۽ پنهنجي زخمي هٿن سان ڍل ڇڏيندو ويو جڏهن هن جي نظر ٺيڪ ٿي وئي تہ سندس مٿو مٿي آيو. هاربون مڇيءَ جي مٿي ڪلهي سان گڏ ڪنڌ ٻڌائي بيٺو هو ۽ پاڻي ان جي دل جي رت جي سرخيءَ سان ڳاڙهو ٿي رهيو هو.

پهريائين انهيءَ جور نگ گهرو هو جيئن هڪ ميل گهري پاڻيءَ ۾ ڪائي اونهي جڳهہ هجي. پوءِ هُو ڪڪرن جيئان ڦهلجي ويو مڇي چانديءَ جهڙي هئي ۽ بلڪل خاموش لهرن سان تري رهي هئي. پوڙهي کي هڪ جهلڪ ميسر ٿي. ان ۾ هن غور سان ڏٺو تنهن کان پوءِ هن هاربون جي ڏور کي ڪمان جي سيخ تي ٻہ ڦيرا ڏنا.

"منهنجو دماغ صاف رُک." هن ڪمان جي تختي تي پنهنجو مٿو رکندي چيو. مان ٿڪل پوڙهو آهيان پر مون ان مڇيءَ کي جيڪا مون کي پياري آهي. تنهن ماري ڇڏيو آهي ۽ هاڻي مون کي انهيءَ جي مزدوري ڪرڻي آهي.

هاڻي مون کي ڦاهو ۽ رسي تيار ڪرڻ گهرجي تہ جيئن ان کي ڇڪي ٻڌي ڇڏجي. هن سوچيو. جيڪڏهن اسان ٻہ هجون ها تہ ٻتيلي ۾ گهٽو سامان کڻون ها. تڏهن بہ هي ٻتيلو ان کي ڪڏهن بہ نہ کڻي سگهي ها. مون کي هر شيءِ تيار ڪرڻ گهرجي ها.

هوُ مڇيءَ کي ڇڪڻ لڳو تہ جيئن انهيءَ کي ٻتيلي جي پاسي کڻي اچي. ۽ ڏور انهن ڇلرن کان ٿيندي وات کان ڪڍجي تہ جيئن ان جو مٿو ڪمان سان

ٻڏي سگهجي مان ان کي ڏسڻ چاهيان ٿو هن سوچيو. مان ان کي ڇهڻ چاهيان ٿو اهو ئي منهنجو خزانو آهي. هن سوچيو پر ان کي محسوس ڪرڻ جي خواهش جو سبب اهو نه هو هن سوچيو جڏهن مون هارپون جي دستي کي ٻيون دفعو ڌڪو ڏنو . هاٿي انهيءَ کي ڇڪ ۽ ان کي ٻڏي ڇڏ. هڪ ڦندو سندس پڇ ۾ ۽ ٻيو ان جي وچ ۾ ٻتيليسان ٻڌي ڇڏ.

"ڪم شروع ڪر پوڙها ماڻهو" هن چيو هن ٿورو پاڻي ڪڍي پيتو. "هاڻي جنگ ته ختم ٿي وئي البت مزدوريءَ جو تمام گهڻو ڪم باقي آهي."

هن مٿو کڻي آسمان ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ تڪ ٻڏي پنهنجي مڇيءَ کي قهر آلود نظرن سان ڏسڻ لڳو. هن سج کي غور سان ڏٺو ٻيپهري گذرندي دير ڪو نه ٿي آهي هن سوچيو.

وڻجاري جي هوا تيز ٿي رهي آهي. هاڻي ڏورين جي ڪا به پرواهه ناهي. گهر پهچندي ئي نينگر ۽ مان ان کي جوڙي وٺنداسون.

"اچ مڇي." پر مڇي ڪو نه اچي رهي هئي، پوڙهو ٻتيلو ڇڪيندي ان تائين پهتو.

هُو ان جي ويجهو پهچي ويو ۽ ان جو مٿو ٻتيلي جي ڪمان سان وچي لڳو تڏهن به هن کي ان جي جسم جو يقين نه اچي رهيو هو پر هن ميخ سان هارپون جي ڏور کولي. ان کي مڇيءَ جي چلرن مان گذاري سندس منهن مان ڪڍيائين. ان جي تلوار جي آسپاس هڪ ڦيرو ڏنائين ۽ جهليل رسيءَ ۾ گرهه لڳائي ان کي ميخ سان ٻڌي ڇڏيائين.

تنهن کان پوءِ هن رسي ڪٽي ڇڏي ۽ پُڇ ۾ رسي ٻڌي ٻتيلي جي پوئين حصي ۾ هليو ويو مڇيءَ پنهنجي اصل واڱڻائي رنگ بجاءِ چانديءَ جهڙي ٿي وئي هئي، پڇ جيئان ان جا وهڪرا به پيلي رنگ جا ٿي ويا هئا. اهي وهڪرا گرانٽ کان وڌيڪ ويڪرا هئا. مڇيءَ جي اک اهڙي بي تعلق ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي جيئن پيرا سڪوپ جا شيشا يا جلوس ۾ ڪوئي اڳواڻ هجي.

"ان کي مارڻ جو هڪ اهو ئي طريقو هو." پوڙهي چيو.

پاڻي پيئڻ کان بعد هو بهتر محسوس ڪري رهيو هو ۽ ان کي خبر هئي ته هو بيهوش نه ٿيندو. ان جو ذهن صاف هو. ائين معلوم ٿئي ٿو ته ان جو وزن پندرهن پائونڊ کان وڌيڪ ئي آهي. هن سوچيو.

جيڪڏهن هُو ان جو ٽيون حصو پنجٽيهه سينٽ في پائونڊ جي حساب وڪڻي ڇڏي ته؟

"ان جو حساب ڪرڻ جي لاءِ مون کي قلمَ جي ضرورت پوندي" هن چيو. "منهنجو ذهن ايترو صاف ناهي. پر منهنجو خيال آهي تہ عظيم ڊي ميگ مون تي فخر ڪندو. منهنجي هڏي تہ ناهي ٽٽي، پر پٺي ڏکي رهي آهي. خبر ناهي هڏي ڪيئن ٽٽي آهي؟ هن سوچيو. ٿي سگهي ٿو اسان جي لاعلمي ۾ ٽٽي ويو هجي.

هن مڇيءَ کي ڪمان ۾ ٻتيلي جي پوئين ۾ وچ واري حصي سان ٻڌي ڇڏيو. اها ايتري وڏي هئي جو جڻ هڪ ٻتيلي جي پاسي ۾ ٻئي وڏو ٻتيلو ٻڌيو ويو هجي. هن ڏور جو هڪ ٽڪرو ڪٽيو ۽ ان سان مڇيءَ جي هيٺائين ڄاڙي ان جي ڇهنب سان ٻڌي ڇڏي تہ جيئن ان جو وات کلي نہ سگهي پوءِ هن ٻتيلي جو ٿنڀ مٿي ڪيو ۽ بادبان جي مٿاهين ۽ هيٺاهين وارين ڪاٺين سان هن پيوند ڪري بادبان چاڙهيو. پوءِ ٻتيلو چُرپر ڪرڻ لڳو. هو ڏکڻ ۽ اوڀر طرف روانو ٿيو.

ڏکڻ ۽ اوڀر معلوم ڪرڻ جي لاءِ هن کي ڪنهن قطب نما جي ضرورت نہ هئي. هن کي صرف تجارتي هوا جو ڇهاءُ ۽ بادبان جي ڇڪڻ جي ضرورت هئي. اهو بهتر آهي تہ مان ڏور ۾ چمچو ٻڌي ڪائڻ پيئڻ جي لاءِ ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان. جنهن سان هيانءَ ۾ ٿئي. پر هن کي چمچو نہ مليو. هن جي ساردين بہ سڙي وئي هئي سو هن هلندي هلندي خليجي آبي ٻوٽن جي هڪ لام پڪڙي ورتي، ان کي لوڏو ڏيڻ سان ان مان ننڍا ننڍا ڇاڳا ٻتيلي جي تختن تي اچي ڪري پيا. اهي درجن کان بہ وڌيڪ هئا ڄِواريءَ جي ذرن وانگر ڏيک ڏئي رهيا هئا. پوڙهو انهن کي آڱوٺي ۽ آڱرين سان ڳوهي ڇپاڙي ويو. اهي تمام گهڻا ننڍا هئا. پر ان کي خبر هئي تہ انهن ۾ ڪافي غذائيت آهي ۽ ڏاڍا مزيدار بہ هئا.

پوڙهي جي ٻوتل ۾ اڃان ٻن پيرن جو پاڻي موجود هو. ڇاڳو ڪائڻ کان پوءِ هن هڪ دفعي وارو اڌ پاڻي پيتو. رڪاوٽن جي باوجود ٻتيلو چڱي پر هلي رهيو هو هو پنهنجي هڪ هٿ سان دنبالو رکي انهيءَ کي هلائيندو رهيو. هو مڇيءَ کي ڏسي سگهي پيو. اهو معلوم ڪرڻ جي لاءِ تہ هي سڀ خواب ناهي، پر حقيقت آهي. هن کي پنهنجو هٿ ڏسڻ ۽ پٺيءَ کي ٻتيلي جي پوئين حصي مان محسوس ڪرڻ جي ضرورت هئي. آخر ۾ هڪ ڀيرو جڏهن هن جي دل خراب ٿي رهي هئي تہ هن سوچيو تہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو خواب هجي پوءِ ان وقت جڏهن هن مڇيءَ کي پاڻيءَ کان ٻاهر نڪرندي واپس ڪرڻ کان پهريائين ڏٺو تہ هن کي يقين ڪو نہ اچي رهيو هو پوءِ ان وقت هن کي چڱي نموني سان ڏسڻ ۾ ڪو نہ اچي رهيو هو

ها هاڻي تہ هن کي هميشہ جيئان ٺيڪ نظر اچي رهيو هو.

هاڻي هن کي علم هو تہ هي سامهون ڏسندڙ مڇي هن جا ڏکندڙ هٿ ۽ پٺي خراب ناهي، هٿ جلدي ۾ ٺيڪ ٿي ويندا آهن. هن سوچيو. مون انهن کي رت مان ڪڍي صاف ڪري ڇڏيو آهي. انهن کي لوڻياٺو پاڻي ٺيڪ ڪري ڇڏيندو. خليج جو ڪارو پاڻي تہ بهترين آب شفا آهي، هاڻي مون کي جيڪو ڪجهہ ڪرڻو آهي، اهو هي تہ پنهنجو ذهن صاف رکان. باقي هٿن تہ پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو آهي ۽ هاڻي مان مزي سان وڃي رهيو آهيان. ان جو وات بند آهي ۽ پڇ مٿان ڪان هيٺ تائين سڌو آهي، ان حالت ۾ تہ اسان ڀائرن جيئان ترندا وڃون ٿا ۽ پوءِ هن جو دماغ ڪجهہ ڏنڊلو ٿيڻ لڳو. هن سوچيو. ڇا اها مون کي ڪٽي وڃي رهي آهي؟ يا مان ان کي ڪٽي وڃي رهيو آهيان. جيڪڏهن مان ان کي ٻتيليءَ جي پويان ٻڌي ڇڪيندو رهيو هجان ها تہ سوال ئي پيدا نہ ٿئي ها. اهڙي طرح جيڪڏهن مڇي پنهنجي سموري شان و شوڪت سان ٻتيلي ۾ هجي ها، تڏهن بہ اهڙو ڪوئي سوال ئي پيدا نہ ٿئي ها، پر هاڻي تہ اها بلڪل ٻڌ تر آهي، پوڙهي سوچيو. جيڪڏهن اها مون کي ڇڪي وڃڻ پسند ڪري ٿي تہ مان دوکيبازيءَ ۾ ان کان اڳتي آهيان ۽ وري اها مون کي ڪوئي نقصان بہ نہ ٿي پهچائڻ چاهي.

هو ڇڳي پر تري وڃي رهيو هو. پوڙهي پنهنجا هٿ لُوڻيائي پاڻيءَ ۾ وجهندي پنهنجي دماغ کي صاف رکڻ جي ڪوشش ڪئي، آسمان تي وڏا ڍڳها ڪڪر ڇانيل هئا انهن جي مٿان ڇڻ پرن جهڙو هلڪو ڪپڙي جو مٿيون پڙهيو. انهيءَ مان پوڙهي اندازو لڳايو تہ هوا سڄي رات هلندي رهندي، پوڙهو ٽڪ ٻڌي مڇيءَ کي ڏسندو رهيو. ڇا اها حقيقت آهي؟ اها پهرين شارڪ جي حملي کان ڪلاڪ اڳ جي ڳالهہ آهي.

شارڪ اتفاق سان اتي ڪو نہ پهتي هئي، جڏهن سياهہ خون جا ٻادل ميل گهري سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ٻڏندا ۽ پکڙجندا هليا ويا تہ اها گهرائيءَ مان اُڀري. بي خبريءَ ۾ ايتري سگهہ سان اڀري جو نيري پاڻيءَ جو مٿاڇرو ٽوڙي فضا ۾ بلند ٿي وئي پوءِ اها واپس پاڻيءَ ۾ ڪري پئي ۽ رت جي بوءِ سنگهي ٻتيلي ڏانهن رواني ٿي وئي، ڪڏهن تہ بوءِ ٽيندي پئي وئي پر انهيءَ جي اچڻ سان وري بوءِ جو راڄ جاري هو يا ٿوري ڪوجنا ڪري ترندي پئي وئي. اها رستي ۾ تمام گهڻو تيزيءَ ۽ تندهيءَ سان پاڻي چيريندي رهي، جيڪا تمام وڏي شارڪ هئي.

ان جي بناوت اهڙي هئي جو اها رفتار ۾ سمنڊ جي ڪنهن بہ تيز رفتار مڇيءَ جو مقابلو ڪري پئي سگهيو سواءِ جاڙيءَ جي ان جي هر شئي خوبصورت

هئي. ان جي پٺي اهڙي هئي، جهڙي تلوار جي هوندي آهي. ان جو پيٽ چانديءَ جهڙو ۽ ڪل سٽيي سُندر هيس. ان جي بناوت بلڪل تلوار جهڙي هئي، پر ان جي جاڙي تمام گهٽي وڏي هئي. هاڻي اها تيزيءَ سان ۽ مٿاڇري ڪان ٿورو هيٺ تري رهي هئي. انهيءَ جي پٺيءَ جو وڏو پَرُ بغير هيڏي هوڏي لڏڻ جي پاڻيءَ کي چيريندو وڃي رهيو هو. سندس ڏندن جون اٺ قطارون اندر طرف جهڪيل هيون. ان جا ٻين شارڪ مڇين جهڙا معمولي ٽڪنڊا ڏند نه هئا اهي انساني آڱرين جهڙا هئا جيڪي مڙي چنبي جهڙا بڻجي ويندا آهن. اهي تقريبن پوڙهي جي آڱرين جهڙا ڊگها هئا. اها مڇي ٺهي ئي اهڙي هئي جو سمنڊ جي ٻين مڇين جي غذا بڻجي. جيڪا ايتري تيز مضبوط ۽ ان طرح هٿياربند هئي جو ڪوئي ٻيو دشمن نه پئي بڻجي سگهيو جيئن جيئن ان کي تازي خوشبوءِ آئي، تيئن تيئن اها پنهنجي رفتار تيز ڪندي وئي. ان جي پٺيءَ جو نيرو پَرُ پاڻيءَ کي چيري رهيو هو.

پوڙهي ان کي ايندي ڏٺو ته سمجهي ويو ته اها ئي شارڪ آهي. جيڪا دلير آهي، جيڪو چاهيندي آهي اهو ڪري ڏيکاريندي آهي. هن هارپون ٺيڪ ڪيو ۽ شارڪ کي ايندي ڏسي رهيو هو. رسي ننڍي هئي ڇو ته ان مان ٽڪرو ڪٽي هن مڇي ٻڌڻ جي لاءِ استعمال ڪيو هو.

هاڻي پوڙهي جو ذهن صاف هو ۽ چڱي پر ڪم ڪري رهيو هو ۽ هُو هاڻي به مضبوط ارادي وارو هو. پر هن کي اميد گهٽ هئي، ايتري سٺي مڇي باقي نه ٿي رهي سگهي. هن سوچيو. هن شارڪ کي ويجهو ايندي ڏٺو ۽ وڏي مڇيءَ تي هڪ نظر واڌائين، ٿي سگهي ٿو اهو به خواب هجي، هن سوچيو. مان اهو حملو ته نه ٿو روڪي سگهان، پر شايد مان ان کي ماري سگهان. شارڪ شل! تنهنجي ماءُ جا نصيب ڪلن. هن سوچيو.

شارڪ تيزيءَ سان ٻتيلي جي آڏو اچي وئي ۽ جڏهن هن مڇيءَ تي حملو ڪيو پوڙهي ان جو ڪليل وات ۽ عجيب اکيون ڏٺيون. جڏهن هن پڇ ڪان ٿورو مٿي گوشت ۾ وات وڌائين ته ڏند جي ڏکڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيس. شارڪ جو مٿو پاڻيءَ ڪان مٿي هو ۽ ان جي پٺي به مٿي اچي رهي هئي. پوڙهي وڏي مڇيءَ جي کل ۽ چرڻ جو آواز ٻڌي رهيو هو. ان سمي هن شارڪ جي مٿي ۾ هارپون اچي وهائي ڪڍيو. ٺيڪ انهيءَ هنڌ تي انجي اکين جي وچ جي لڪير ۽ نڪ ڪان سڌو پٺيءَ طرف ويندڙ لڪير هڪٻئي کي ڪٽي رهيون هيون، پر اهڙي ڪا به لڪير موجود ڪو نه هئي، اتي ته صرف وڏا، تيز رنگ جا مٿا ۽ وڏيون وڏيون اکيون

۽ ڏند ڪرڻ واريون ڇاڙيون هيون. پر اهو ئي دماغ جو هنڌ هو. پوڙهي انهي، جڳهه تي هارپون هنيو. هن پنهنجي رت ۾ پريل هٿن سان ان تي حملو ڪيو. پنهنجي پوري طاقت سان هارپون خوب اندر ڪري ڇڏيو. هن بغير اميد جي پر ثابت قدمي ۽ پوري ساڙ ۽ دشمنيءَ سان حملو ڪيو.

شارڪ اونڌي ٿي وئي. پوڙهي ڏٺو ته ان جي اک ۾ زندگي ناهي پوءِ اها هڪ دفعو ٻيهر اونڌي ٿي وئي ۽ ان جي جسم تي رسيءَ جا ٻه نشان ٿي ويا. پوڙهي خيال ڪيو ته اها مري وئي. پر شارڪ ان ڪي مڃڻ جي لاءِ تيار نه هئي اها پٺيءَ پر هئي. ان جو پڇ پاڻيءَ ۾ ڊانس ڪري رهيو هو ۽ ڇاڙيون ڏند ڪرڻائي رهيون هيون اها پاڻيءَ کي اهڙي طرح چيري رهي هئي جيئن اسپيڊ بوٽ چيرندو آهي.

جتي سندس پڇ هيڏي هوڏي ٿي رهيو هو اتان جو پاڻي اڇو ٿي ويو هو. ان جو ٽيون ۽ چوٿون حصو جسم پاڻيءَ کان مٿي ٿي ويو هو ۽ پوءِ اوچتو ڏور ڇڪجي وئي پوءِ لڏڻ لڳي ۽ ٽٽي پئي. شارڪ هڪ لمحي جي لاءِ پاڻيءَ ۾ خاموش پيل رهي، پوڙهو ان کي غور سان ڏسندو رهيو پوءِ اها آهستي ٻڏي وئي.

"اها تقريبن چاليهه پائونڊ کٽي وئي." پوڙهي وڏي آواز ۾ چيو. اها منهنجو هارپون ۽ سموري رسي به کٽي وئي. هن سوچيو. هاڻي منهنجي مڇيءَ جي رت وهي رهيو هو ان طرح ٻيون شارڪ مڇون ايندي‍ون.

هو هاڻي مڇيءَ کي وڌيڪ ڏسڻ نه پئي چاهيو ڇو ته اها ختم ٿي چڪي هئي. مڇيءَ تي حملو ٿيو ته هي بلڪل ائين ئي هو جيئن خود هن تي حملو ٿيو هجي.

پر مون پنهنجي مڇيءَ تي حملو ڪرڻ واري شارڪ کي ماري ڇڏيو آهي، هن سوچيو. ايتري خراب شارڪ مون ڪڏهن به ڪو نه ڏٺي خدا گواهه آهي ته مون وڏيون وڏيون مڇيون ڏٺيون آهن.

اها ايتري سٺي هئي جو ڇٽي چپ ڪجي، هن سوچيو. ڪاش! اهو سڀ ڪجهه خواب هجي ها، ۽ مان اها مڇي ڪو نه پڪڙيان ها. پر اڪيلو پنهنجي هنڌ تي اخبارن ۾ پيو هجان ها.

"پر ماڻهو شڪست کائڻ جي لاءِ ناهي پيدا ٿيو." هن چيو.

"ڪنهن ماڻهوءَ کي ماري سگهجي ٿو پر ان کي شڪست نه ٿي ڏئي سگهجي." پر مون کي افسوس ضرور آهي ته مون مڇيءَ کي ماريو آهي، هن سوچيو هاڻي جڏهن ته خراب وقت اچي ويو آهي، مون وٽ هارپون به ناهي،

شارڪ وڏي ظالم، قابل ۽ هوشيار هوندي آهي. پر مان انهيءَ کان بہ وڌيڪ هوشيار آهيان. شايد نہ......هن سوچيو شايد مان صرف بهتر طور تي هٿيار بند آهيان.

"سوچ نہ....پوڙها ماڻهو." هن وڏي آواز ۾ چيو.

"ان رستي تي هلي پئہ ۽ جڏهن وقت آيو تہ مقابلو ڪجانءِ."

پر مون کي سوچڻ گهرجي. هن سوچيو چو تہ اهوئي ڪجهہ تہ هاڻي مون وٽ بچيو آهي، مون ان جي دماغ تي جهڙي طرح ڌڪ هنيو آهي. جيڪڏهن عظيم ڊي ميگ گِيُوان کي ڏسي ها تہ خبر ناهي ڪيترو خوش ٿئي ها. پر اها ڪائي وڏي ڳالهہ ناهي. هن سوچيو.

هر ماڻهو ائين ڪري سگهي ٿو چا منهنجا زخمي ٿيل هٿ بہ ايتري ئي وڏي رڪاوٽ آهن. جيترين ٽِنل هڏيون؟ چا خيال آهي تنهنجو؟ مان نہ ٿو وچي سگهان. منهنجي پير جي ڪڙي ۾ ڪڏهن بہ ڪائي خرابي ناهي ٿي. ها هڪ پيري ترندي جڏهن پاٽياري وچونءَ تي منهنجو پير پيو تہ ان ڏنگي وڌو هو. ان سان مون کي برداشت کان ٻاهر درد ٿيو هو.

"ڪنهن خوشگوار شئي جي باري ۾ سوچ پوڙها ماڻهو."

هن چيو "هر گهڙي تون گهر جي آڏو ٿي رهيو آهين. چاليهہ پائونڊ جي نقصان سان تون سست رفتار سان هلي رهيو آهين."

هو چڱي پر سمجهي رهيو هو تہ جڏهن هو وهڪري جي اندروني حصي ۾ پهچندو تہ چا ٿي سگهي ٿو پر هاڻي چا ڪري سگهجي ٿو؟

"ها ڪجهہ ڪري سگهجي ٿو." هن وڏي آواز ۾ چيو مان پنهنجو چاقو هڪ ڳن جي چيڙي سان ٻڌي سگهان ٿو."

هن ائين ئي ڪيو سڙهہ جو دستو سندس هٿن ۾ هو ۽ بادبان جي چادر پيرن هيٺان هيس.

"مان پوڙهو ماڻهو آهيان پر وهنجندو ناهيان."

تازي هوا گهلي رهي هئي، هو چڱي پر وچي رهيو هو هن سوچيو ان کان سواءِ مان تہ انهيءَ کي گناهہ بہ سمجهان ٿو گناهہ جي باري ۾ نہ سوچ. هن سوچيو گناهہ کان سواءِ بہ اجان ڪافي مسئلا آهن ۽ مان ان کي ڪڏهن بہ سمجهي نہ ٿو سگهان.

مان ان جي سمجهہ بہ نہ ٿو رکان ۽ مان يقين سان نہ ٿو چوان تہ ان تي منهنجو ايمان آهي. شايد مڇيءَ کي مارڻ گناهہ هو جڏهن تہ مون پنهنجو پاڻ کي

زنده رکڻ جي لاءِ ۽ منهنجو خيال آهي تہ پيٽ پرڻ جي لاءِ ائين ڪيو آهي. پر اهو گناهہ ٿي آهي. ان لاءِ گناهہ جي باري ۾ نہ سوچ. اهو سوچڻ جي لاءِ تمام گهڻا ماڻهو آهن. جن کي انهن جي اجرت ملي ٿي. حقيقت ۾ تون مهاڻو بڻجڻ جي لاءِ پيدا ٿيو آهين جيئن مڇي، مڇي بڻجڻ جي لاءِ پيدا ٿيندي آهي. سان پيڊرو مهاڻو ٿي هو ۽ عظيم ڊي ميگ گيو جو پيءُ بہ هو.

پر هُو انهن سڀني شين جي باري ۾ سوچڻ چاهي پيو. جنهن ۾ هُو الجهيل هو. هن وٽ ريڊيو بہ نہ هو ان لاءِ هن تمام گهڻو ڪجھ سوچيو هو گناهہ جي باري ۾ بہ سوچيندو رهيو.

تون صرف زنده رهڻ ۽ ان جو گوشت وڪڻڻ جي لاءِ مڇي کو نہ ماري آهي هن سوچيو. تون فخر ڪرڻ جي لاءِ ان کي ماريو ۽ ان لاءِ بہ تہ تون مهاڻو آهين. اها زنده هئي تہ تون ان سان محبت ڪئي ۽ ان کان بعد بہ تون ان سان محبت ڪئي. جيڪڏهن تون ان سان محبت ڪرين ها تہ ان کي مارڻ گناهہ نہ هو يا وڏيڪ گناهہ آهي؟

"تون تمام گهڻو سوچيندو آهين. پوڙها ماڻهو." هن وڏي آواز سان چيو.

پر شارڪ کي مارڻ ۾ توکي مزو آيو. هن سوچيو.

اها تون وانگر زنده مڇين تي زنده رهي ٿي. اها مردار ناهي ۽ نہ ٻين شارڪ مڇين جيئان نت بکي ۽ پيٽو آهي اها خوبصورت ۽ شريف آهي ۽ ڪنهن بہ شيءِ کان نہ ٿي ڊڄي.

"مون ان کي پنهنجي بچاءِ جي لاءِ ماريو" پوڙهي وڏي آواز ۾ چيو "مون ان کي وڏي خوبيءَ سان ماريو هو."

"هر هڪ ٻئي کي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان قتل ڪري ٿو." هن سوچيو.

مهاڻا مون کي بلڪل ائين مارين ٿا جيئن انهن مون کي جڻ زنده رکيو هجي. پر مون کي تہ نينگر زنده رکيو آهي، هن سوچيو. مون کي پنهنجو پاڻ کي ايترو دوکو نہ ڏيڻ گهرجي. هُو ڪناري تي جهڪيو ۽ جنهن جڳهہ تي شارڪ منهن ڪڍيو هو ان مان مڇيءِ جي گوشت جو هڪ ٽڪرو ڪٽيو. هن ان کي چٻاڙيو ۽ ڏٺو تہ اهو نهايت ئي نفيس ۽ مزيدار آهي، اهو گوشت جيئان سخت ۽ رس دار هو. پر ان جو رنگ ڳاڙهو نہ هو هن سوچيو هي بازار ۾ تمام گهڻي قيمت ۾ وڪامبو پر ان جي بوءِ کي پري رکڻ جو ڪو ٿي طريقو نہ هو. پوڙهي ڄاڻي ورتو تہ تمام گهڻو خراب وقت اچي ويو آهي، هوا برابر هلي رهي هئي، هاڻي اها ڪجھ

وڏيڪ اتر ۽ اوڀر طرف ٿي وئي هئي، هُو ڄاڻي پيو تہ ان جو مطلب اهو آهي تہ هوا ڪو نہ بيهندي۽ پوڙهي اڳتي پوئتي ڏٺو پر ان کي ڪوئي بادبان، جهاز يا دونهون ڏسڻ ۾ ڪو نہ آيو صرف اڏرندڙ مڇيون ڪيس نظر آيون. ان جي ڪمان کان اڏرندي ٻيڙيءَ ۾ هيڏي هوڏي اچي وڃي رهيون هيون. ڪڏهن ڪڏهن سامونڊي گاهہ جا زرد داغ ڏسڻ ۾ ايندا هئس. ڪوئي پکي ڏسڻ ۾ ڪو نہ پئي آيو.

هُو ٻن ڪلاڪن کان ٻيڙيءَ جي پوئين حصي ۾ ويهي آرام سان سفر ڪري رهيو هو. ڪڏهن مارلن جي گوشت جو ٿورو ٽڪرو چٻاڙيندو هو. هو آرام ڪرڻ ۽ طاقت حاصل ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ پوءِ هن ٻن شارڪ مڇين مان هڪ کي ڏٺو.

"اوهہ" پوڙهي جي وات مان غير ارادي جو آواز ان وقت نڪرندو هو جڏهن هو ڪنهن ڪنڊيءَ کي لڏندي پنهنجي هٿن ۾ محسوس ڪندو هو.

"گالانو" پوڙهو اهو لفظ شارڪ جي لاءِ استعمال ڪندو هو. هن وڏي آواز ۾ چيو. هن هاڻي پيو پر بہ ڏسي ڇڏيو هو جيڪو پهرين جي پويان اچي رهيو هو. هن پوري ٽڪندي ڇهنب ۽ پڇ جي ڇُرڀر مان اندازو لڳايو تہ هيءَ ويڪري نڪ واري شارڪ آهي. انهيءَ مان بوءِ اچڻ لڳي ۽ بک جي بيوقوفي ۾ ماريل بي چيني جي اها هر هر سراغ ڳوليندي ۽ وڃائيندي رهي. پر هر گهڙي اها ويجهو کان ويجهو ٿيندي وڃي رهي هئي.

پوڙهي چادر کي ويڙهي ڇڏيو ۽ سڙهہ جي دستي کي اڏاري ڇڏيو پوءِ هن اهو پوش ڪنيو جنهن ۾ چاقو بند ٿيل هو. هن مڪمل ڪوشش ڪئي تہ ان کي آهستي کڻي، ڇو تہ هن جا هٿ درد جي خلاف احتجاج ڪري رهيا هئا. پوءِ هن پنهنجي آڱرين کي نرم ڪرڻ جي لاءِ انهن کي کوليو ۽ پوءِ هن هلڪي مٺ بند ڪئي. هن انهن کي مضبوطيءَ سان بند ڪري ڇڏيو ان لاءِ تہ هو درد سهي شارڪ مڇين کي آڏو ايندي ڏسندو رهي. هاڻي ان جي وڏي ويڪري ۽ بيلچي جهڙي مٿي ۽ سفيد سيني جا پر بہ کيس ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا. اهي نفرت لائق ۽ بدبودار شارڪ مڇيون هيون. جيڪي مردار بہ کائي وينديون آهن ۽ شڪار بہ ڪنديون آهن. جڏهن اهي بکيون هونديون آهن تہ ڳن ۽ پر بہ پٽي کائي وينديون آهن. هي اهي شارڪ مڇيون آهن جيڪي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ڪڇن جون ٽنگون ۽ اڳيون ٻانهون بہ ڪٽي وينديون آهن ۽ بکيون هجن تہ پاڻيءَ ۾ انسان تي حملو ڪنديون آهن. "اوهہ" پوڙهي چيو "گالانو" آڇ "گالانو" اها اچي وئي. پر ان جيئان نہ جيئن ماڳو آئي هئي. هڪ تہ پاسو بدلائي ٻيڙيءَ جي هيٺان نظرن کان

اوجهل ٿي وئي، جڏهن هُو هيٺان ڪان مڇي رهڙڻ ۽ ڇڪڻ لڳو ته پوڙهي بتيلي کي ٿورو لڏندي محسوس ڪيو. اها پنهنجي پيلي مست اکين سان پوڙهي کي غور سان ڏسندي رهي. پوءِ اوچتوا تيزيءَ سان اڳتي وڌي. ان جون ڄاڙيون نيم گهيري جي صورت ۾ ڪليل هيون. هو مڇيءَ تي اها ئي ڪاهه ڪري رهيو هو. جتان هن کي ڀريائين شارڪ ڪيس ڇڪ پاتو هو ان جو پورو مٿو پيٺ جي لڪير صاف ٻڌائي رهي هئي ته دماغ ۽ حرام مغز جي ڏوري ڪٿان ملندي آهي. پوءِ هن شارڪ جي پيلي ٻلي جهڙين اکين ۾ چاقو هڻي ڇڏيائين. اها هيٺ ڪسڪي وئي ۽ مرندي مرندي جمع ٿيل گوشت ڪيڻ لڳي.

ٻي شارڪ جيڪا مڇيءَ جو ستياناس ڪري رهي هئي، ان سان بتيلو اجان تائين لڏي رهيو هو پوڙهي بادبان پري ڪيو ته جيئن بتيلو پاسو بدلائي سگهي ۽ شارڪ ان جي هيٺان نڪري اچي پوءِ هن شارڪ کي ڏٺو ۽ ڪناري تي جهڪي ان مان پُرڙ ڪيائين، پر هن جو وار گوشت تي ئي ٿيو. ان جي کل ڏاڍي سخت هئي ۽ چاقو اندر تائين ڏاڍي مشڪل سان پهتو هو. انهيءَ وار سان نه صرف هن جي هٿن کي تڪليف پهتي، پر ڳڏوڳڏ ڪنڌ ۾ درد به ٿيڻ لڳس. پر شارڪ تيزيءَ سان پنهنجو مٿو ٻاهر ڪڍي مٿي آئي، جڏهن هن جو نڪ مڇيءَ سان ٽڪرائجي ويو ته پوڙهي سندس ويڪري مٿي واري جڳهه جي ٻيهر پرڙ ڪئي. هن جي ڄاڙي مڇيءَ ۾ اهڙي ڪوڙيل هئي جو پوڙهي ان جي ساڄي اک ۾ چاقو وهائي ڪڍيو شارڪ ان طرح لٽڪندي رهجي وئي.

"نه" پوڙهي چيو ان جي ميڄالي ۽ ڪرنگهي جي وچ ۾ چاقوءَ جي نوڪ وهائي ڪڍيائين، اهو هڪ آسان ڏڪ هو هن سندس هڏيءَ کي ٽٽندي محسوس ڪيو پوڙهي ڳن کي اونڌو ڪيو ۽ ان جي ويڪري مٿي جي ڄاڙيءَ ۾ وجهي ڇڏيو پوءِ هن ڳن کي مروڙيو ۽ جڏهن شارڪ ڍلي ٿي پاڻيءَ ۾ ويهڻ لڳي ته هن چيو "هلي وڃ ڳالانو" هاٺي اونهي پاڻيءَ ۾ ويهي رهه. وڃ پنهنجي دوست جي حالت ڏس يا ٿي سگهي ٿو اها تنهنجي ماءُ هجي. پوڙهي چاقوءَ جي نوڪ کي اگهي صاف ڪيو ۽ ڳن جي آڏو رکي ڇڏيائين ۽ پوءِ هن بادبان چاڙهيو ۽ بتيلي کي پنهنجي راهه تي لڳائي ڇڏيائين.

"اها يقينن ان جو چوٿون حصو هوندي ۽ اهو به بهترين گوشت منجهان کائي چڪي هوندي. هن وڏي آواز ۾ چيو.

"ڪاش! اهو خواب هجي ها ۽ مان ان کي ڪو نه پڪڙيان ها. مون کي ان تي افسوس آهي مڇي!!! ان سان هر ڳالهه غلط ٿي وئي. هو رڪجي ويو. هاڻي

هو مڇيءَ تي نظر به ڪو نه رکڻ پئي چاهي رت ٽيندڙيون ڏئي وهڻ لڳس ۽ لهرن جو ڏکو ڪائيندي مڇيءَ جو رنگ اهڙو ٿي ويو هو جيئن آئيني جي پٺي چانديءَ جهڙي ٿيندي آهي. اٿين ان جون پٽيون هاڻي به ڏسڻ ۾ اچي رهيون هيون.

"مون کي ايترو پري نه نڪري وڃڻ کپي ها. مڇي." هن چيو.

"نه تنهنجي خاطر نه پنهنجي خاطر." مون کي افسوس آ مڇي.

هاڻي ٿورو ڏوريءَ کي ته ڏسي وٺ ڪٽي اها ڪٽجي ته ڪو نه وئي؟ هن پنهنجو پاڻ کي چيو. پنهنجو هٿ ٺيڪ ڪر چو ته اجان گهڻو ڪجهه ٽيٽو آهي.

"ڪاش! مون وٽ چاقوءَ جي بجاءِ هڪ پٿر هجي ها."

پوڙهي ڳن سان ٻڌل ڏوريءَ جو جائزو ڪرڻ کان بعد چيو. "مون کي پٿر ضرور آڻڻ گهرجي ها." حقيقت ۾ توکي تمام گهڻيون شيون آڻڻ گهرجن ها پر تون اهي ڪو نه کڻي آئين پوڙها ماڻهوا هاڻي هي سوچڻ جو وقت ناهي ته تون وٽ ڇا ناهي، اهو سوچ ته جيڪو تون وٽ آهي. ان سان تون ڇا ڪرين سگهين ٿو؟

"تون مون کي تمام گهڻيون سٺيون نصيحتون ڪري چڪو آهين هن وڏي آواز سان پنهنجو پاڻ کي چيو مان ان مان ٿڪجي پيو آهيان. هن سڙهه جي دستي کي بغل ۾ دٻائي رکيو ۽ پنهنجا ٻئي هٿ پاڻيءَ ۾ وڌائين. ٻتيلو وڏي وڃي رهيو هو.

"خلقٽهارئي بهتر ڄاڻي ٿو ته اها آخر وارو ڪيترو گوشت کڻي وئي،" هن چيو "پر اها هاڻي ڪافي هلڪي ٿي وئي آهي. هُو مڇي جي گم ٿيل حصي جي باري ۾ سوچڻ ڪو نه پئي چاهيو هن کي خبر هئي ته شارڪ جي هر جهٽڪي جو مطلب اهو هو ته ان ڪجهه پيو گوشت ڪٽيو آهي. هاڻي مڇي سيني شارڪ مڇين جي لاءِ سمنڊ ۾ شاهراهه جيتري ويڪري کوجنا جي لڪير ٺاهيندي وڃي رهي هئي. اها اهڙي مڇي هئي جو هڪ ماڻهوءَ جي ڪاٽڻ جي لاءِ ڪافي هئي، هن سوچيو انهيءَ جي باري ۾ نه سوچ. بس آرام ڪر پنهنجا هٿ ٺيڪ ٺاڪ رک ته جيئن باقي پوئتي رهجي ويل جو بچاءُ ٿي سگهي.

هاڻي مان ڪنهن به شيءِ جي باري ۾ سوچي سگهان ٿو.

هن سوچيو ڪجهه به ناهي، مون کي ڪنهن شيءِ جي باري ۾ نه سوچڻ گهرجي ۽ بين شارڪ مڇين جو انتظار ڪرڻ گهرجي. ڪاش! اهو سچ پچ خواب هجي ها. پر ڪير ڄاڻي؟ ٿي سگهي ٿو انهيءَ جو انجام ٺيڪ ٿي وڃي.

ان کان بعد جيڪا شارڪ آئي اها اڪيلي هئي ۽ ان جو منهن بيلچي جهڙو هو. اها انهيءَ طرح آئي جيئن سوئر چپ چپ ڪري پهچندو ايندو آهي پر

سوئر جو منهن ايترو ويڪرو ناهي هوندو ان ۾ منهنجو متو بہ هليو وڃي پوڙهي انهيءَ ڪي مڇيءَ تي حملو ڪرڻ ڏنو ۽ پوءِ ڳن وارو چاقو سندس ميڇالي ۾ هڻي وڌائين. شارڪ جهٽڪي سان گڏ پوئتي ٿيندي پاسيري ٿي وئي ۽ چاقوءَ جي نوڪ ٽٽي پئي.

پوڙهو وري بتيلو هلائڻ جي لاءِ ويهي رهيو هن انهيءَ وڏي شارڪ کي پاڻيءَ ۾ آهستي آهستي ويهندي ڪو نہ ڏٺو.

اها پهريائين تہ وڏي قد آور ڏسڻ ۾ پئي آئي پوءِ ننڍي ٿيندي وئي تان جو اچان وڏيڪ ننڍڙي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳس. اهو نظارو هميشہ پوڙهي تي جادو ڪري ڇڏيندو هو پر هاڻي تہ هن اوڏانهن اک کڻي بہ ڪو نہ ڏٺو.

"هاڻي مون وٽ گولف (ولايتي راند) رهجي وئي آهي، هن چيو. پر ان مان ڪجھ بہ نہ ٿيندو مون وٽ بہ ڳن، سڙهہ جو دستو ۽ ننڍو ڏنڊو آهي."

"هاڻي انهيءَ مون کي هارايو آهي." هن سوچيو.

هاڻي مان ايترو پوڙهو ٿي چڪو آهيان جو انهيءَ ڏنڊي جي ڌڪ سان نہ ٿو ماري سگهان. پر جيستائين مون وٽ ڳن، ننڍو ڏنڊو ۽ سڙهہ جو دستو آهي، ان وقت تائين مان جاکوڙ ڪندو رهندس.

هن پنهنجي هٿن کي ڌوئڻ جي لاءِ انهن کي وري پاڻيءَ ۾ وڌو. هاڻي ٻيپهري وڃڻ جا سانباها ڪري رهي هئي، سواءِ سمنڊ جي ۽ آسمان جي هن کي ڪجھ بہ ڏسڻ ۾ ڪو نہ اچي رهيو هو. هاڻي آسمان ۾ هوا پهريان کان وڏيڪ تيز ٿي وئي هئي. هن کي اميد هئي تہ خشڪي جلد ئي نظر اچي وبندي.

"تون ٿڪجي پيو آهين پوڙها ماڻهو." هن چيو.

"تون اندر کان ٿڪجي پيو آهين."

شارڪ مڇين سج لهڻ کان ٿورو پهريائين تائين وري حملو نہ ڪيو.

هن سڙهہ مٿي ڪنئي، بادبان ٻڌي ڇڏيائين ۽ بتيلي جي پوئين حصي وارو وڏو ڏنڊو ڪنيو اهو اصل ۾ هڪ ٽٽل ڳن جو دستو هو جيڪو آري مان ڪٽي اڍائي فوٽ ڊگهو بڻائي ڇڏيو هئائين. هو ان کي صرف هڪ هٿ سان اثرائتو استعمال ڪري سگهيو پئي. چو تہ دستي جي پڪڙ ئي اهڙي هئي. هن ان کي ڪاٻي هٿ ۾ مضبوطيءَ سان پڪڙيو ۽ هٿ کي انهيءَ طرح جهڪائيندي ڏسندو رهيو اهي ٻئي شارڪ هيون. شارڪ مڇين کي ايندي ڏسندو رهيو اهي ٻئي شارڪ هيون.

پهرين کي چڱي پر منهن مارڻ ڏي پوءِ ان کي نڪ جي چوٽيءَ تي يا سڌو مٿي تي ڌڪ هڻ، هن سوچيو.

اهي ٻئي مڇيون ويجهو ٿي ويون. جڏهن هن پنهنجي آڏو شارڪ کي پنهنجي ڄاڙي کولي مڇيءَ جي چانديءَ واري پاسي ۾ کوڙيل ڏٺو هن ڏندي کي خوب مٿي کنيو ۽ پوري طاقت سان شارڪ جي ويڪري مٿي تي اچي وهائي ڪڍيائين. ڏندو هيٺ پيو هو هن ان کي رٻڙ جهڙو محسوس ڪيو پر گڏوگڏ هن کي هڏيءَ جي سختي بہ محسوس ٿي ۽ جڏهن شارڪ مڇيءَ کي ڇڏي هيٺ ويهڻ لڳو تہ ان جي نڪ واري حصي تي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏڪ هَنيو پوءِ تہ ٻئي مڇيون آڏو اچي ويون جڏهن هن پنهنجي آڏو واري مڇيءَ کي پنهنجي ڄاڙي کولي مڇيءَ جي چانديءَ واري پاسي ۾ کوڙيل ڏٺو تہ هن ڏنڊي کي خوب مٿي کنيو ۽ پوري طاقت سان شارڪ جي ويڪري مٿي تي وهائي ڪڍيائينس جڏهن ڏنڊو هيٺ ڪريو تہ هن رٻڙ جهڙو محسوس ڪيو پر گڏوگڏ هن کي هڏي جي سختي بہ محسوس ٿي ۽ جڏهن شارڪ مڇيءَ کي ڇڏي هيٺ ويهڻ لڳو تہ هن سندس نڪ تي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏڪ هنيو.

ٻيون شارڪ هيڏي هوڏي گهمي رهيون هيون. هاڻي اها پنهنجي ويڪري ڄاڙي کولي آڏو آئي. جڏهن هن مڇيءَ جي منهن کي ماريو ۽ پنهنجي ڄاڙي بند ڪيائين تہ پوڙهي ڏٺو تہ مڇيءَ جي گوشت جا اڇا ٽڪرا سندس منهن مان نِڪري رهيا هئا. هُو ان طرف وڌيو ۽ صرف مٿي تي ڏڪ وهائي ڪڍيائين. مڇيءَ هن ڏانهن ڏٺو. هن ڇڪيل گوشت کي ڍلو ڪري ڇڏيو. جڏهن مڇي هڪ طرف گوشت ڳڙڪائڻ لڳي تہ پوڙهي گهمائي هڪ ٻيو ڏڪ وهائي ڪڍيس ۽ ڏنڊو سندس ڳوري ۽ رٻڙ جهڙي جسم سان ٽڪرائجي ويس.

"اچ شارڪ" هڪ ڀيرو ٻيهر اچ پوڙهي ڳالهايو.

جڏهن شارڪ وڏي تيزيءَ سان آئي ۽ جڏهن اها پنهنجي ڄاڙي بند ڪرڻ لڳي تہ پوڙهي ان تي وار ڪيو. هن جو وار ڀرپور هو. جيستائين ممڪن هو. هن ڏنڊو مٿي ڪري ڏڪ لڳايو هو. هن دفعي هيٺائين هڏي تنندي محسوس ڪيائين. جڏهن شارڪ سستيءَ سان مڇيءَ جو گوشتُ ٽوڙڻ لڳي تہ هن ٺيڪ انهيءَ جڳهہ تي ٻيهر ڏڪ وهائي ڪڍيس. اها مڇيءَ کان الڳ ٿي ٻڏندي پئي وئي.

پوڙهو سندس واپس اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو پر ٻنهي مان ڪا بہ واپس نہ آئي پوءِ هن ڏٺو تہ انهن مان هڪ پاڻيءَ جي مٿاڇري تي چڪر ڪائيندي تري رهي هئي. تہ ٻي جي ڇهنب هن کي ڏسڻ ۾ ڪو نہ آئي. مان انهيءَ کي جان سان مارڻ جي اميد نہ ٿو ڪري سگهان هن سوچيو جڏهن منهنجو زمانو هو تہ مان

ائين پئي ڪري سگهيس. پر مون انهن پنهي خراب ماريو آهي ۽ پنهي مان هڪ جي طبيعت خير سان نہ هوندي. جيڪڏهن مان پنهي هٿن سان بلا پڪڙي ماري سگهان ها تہ پهرين ڪي تہ سچ تہ ماري ڇڏيان ها. هن سوچيو.

هُن مڇيءَ ڏانهن ڪو نہ ڏسڻ پئي چاهي هن کي سڌ هئي تہ انهيءَ مان اڌ ضايع ٿي چڪي آهي. سج ان سمي پڌي چڪو هو جڏهن هُو شارڪ مڇين سان گڏ جنگ ۾ رُڌل هو.

"سڀت ئي اونداهي ٿي ويندي" هن چيو. تنهن کان پوءِ مان هوانا جي روشنيءَ جي لالاڻ ڏسي سگهندس جيڪڏهن مان اوپر ۾ وڌيڪ دير ترسيس تہ نون ڪنارن مان ڪنهن بہ هڪ جي روشني ڏسڻ ۾ ايندي."

هاڻي مان وڌيڪ پري ڪو نہ ويندس. مون کي اميد آهي تہ ڪوئي منهنجي باري ۾ تمام گهڻو پريشان نہ ٿيندو. پريشان ٿيڻ جي لاءِ تہ بس نينگر آهي. پر مون کي يقين آهي تہ ان کي مون تي ڀروسو آهي. سمورا پوڙها مهاڻا پريشان ٿيندا ان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي مايوس ٿي ويندا. مان تہ سٺي ڳوٺ ۾ رهان ٿو هن سوچيو.

هاڻي هُو مڇيءَ سان ڳالهيون ڪو نہ پئي ڪري سگهيو ڇو تہ اها خراب نموني سان برباد ٿي وئي هئي پوءِ سندس دماغ ۾ هڪ ڳالهہ تري آئي.

"اڌ مڇي" هن چيو. "تون جڏهن مڪمل مڇيءَ هئين. مون کي افسوس آهي تہ مان تمام گهڻو پري نڪري ويو هوس. تون اسان پنهي کي تباهہ ڪري ڇڏيو اسان تمام گهڻيون شارڪ مڇيون ماريون آهن ۽ ڪيترين ئي کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي. پوڙهي مڇي! تون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيتريون ئي مڇيون ماريون آهن؟ تنهنجي مٿي تي اهو ڀالو فقط ڏسڻ جو تہ ناهي."

هو مڇيءَ جي باري ۾ سوچي رهيو هو. جيڪڏهن اها جيئري هجي ها ۽ آزاديءَ سان تري رهي هجي ها تہ شارڪ سان گڏ ڇا ڪري ها؟ انهيءَ سوچ ۾ هن کي مزو اچي رهيو هو مون کي ان جي چهنب ڪٽڻ گهرجي ها جيئن انهيءَ سان سندس مقابلو ڪري سگهان ها. هن سوچيو پر ڪا ڪهاڙي بہ ڪو نہ هئي ۽ وري چاقو بہ هليو ويو.

جيڪڏهن چهنب هجي ها ۽ مان ان کي ڪُن سان پڌي ڇڏيان ها تہ ڪيترو تہ پيارو هٿيار بڻجي وڃي ها. تڏهن اسان پنهي ان جو مقابلو ڪري سگهون ها. جيڪڏهن اها رات ۾ اچي وئي تہ تون ڇا ڪندين؟ تون ڇا ڪري سگهين ٿو؟

"مان ان سان وڙهندس؟" هن چيو. "مان مرڻ تائين ڪيس وڙهندس."

پر هاڻي جڏهن ته اونداهي ٿي چڪي هئي ۽ ڪا به روشني ڪو نه هئي. هوا گهلي رهي هئي ۽ بادبان ڇڪجي وڃي رهيو هو هن محسوس ڪيو ته شايد هو پهريائين مري چڪو آهي. هن ٻئي هٿ ملايا ۽ محسوس ڪيائين ته هو ڪو نه مئو آهي هو انهن کي ٿورو کولي ۽ بند ڪري زندگيءَ جو ڏک محسوس ڪندو هو. مون اهي سموريون دعائون پڙهيون آهن، جن جو مون واعدو ڪيو هو ته جيڪڏهن مون مڇي پڪڙي ته پڙهندس. هن سوچيو.

پر هاڻي ته مان ايترو ٿڪيل آهيان جو انهيءَ کي ڪو نه پڙهي سگهان ٿو اهو بهتر ٿيندو جو جيڪڏهن مان ٻوري ڪٽي پنهنجي ڪلهن تي رکان.

هو پوئين حصي ۾ ٿي بتيلو هلائيندو رهيو ۽ آسمان تي روشني نظر اچڻ جو انتظار ڪندو رهيو.

اڃان مون وٽ ان جو اڌ حصو باقي آهي. هن سوچيو.

ممڪن آهي ته اڳيان وارو اڌ ئي منهنجي نصيب ۾ هجي. منهنجو ڪجهه نصيب هجڻ گهرجي. هن چيو. تون ان وقت ئي پنهنجي قسمت جي پچڪڙي ڪئي هئي جڏهن سمونڊ ۾ تمام گهڻو اڳتي نڪري ويس.

"پاڳل نه ٿي." هن وڏي آواز ۾ چيو. "جاڳيندو رهه ۽ بتيلو هلائيندو رهه."

ممڪن آ هاڻي به تنهنجو نصيب سٺو هجي. جيڪڏهن اهو ڪٿي وڪامجي ته مان ٿورو خريد ڪندس هن چيو.

"مان ان کي ڪهڙي شئي سان خريد ڪري سگهان ٿو؟ هن پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيو. ڇا ان کي مان وڃايل هارپون، ٽٽل چاقو يا ٻن زخمي هٿن سان خريد ڪري سگهان ٿو؟

ها ٿي سگهي ٿو هن چيو "تون سمنڊ ۾ 84 ڏينهن جي بدلي ۾ انهيءَ کي خريد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهيءَ توکي تقريبن وڪڻي ڇڏيو."

مون کي نضول ڳالهيون نه سوچڻ گهرجن. هن سوچيو.

قسمت ته اها شئي آهي، جيڪا ڪيترن ئي صورتن ۾ ايندي آهي ۽ ڪير ان کي سڃاڻي سگهي ٿو؟ پر اها ڪنهن به صورت ۾ اچي، مان ٿوري وٺندس ۽ جيڪي قيمت گهرندو اها ڏئي ڇڏيندس. ڪاش! مان روشنيءَ جو اجالو ڏسي سگهان ها، هن سوچيو. مون کي ڪيترين ئي شين جي خواهش آهي، هن بتيلي هلائڻ جي لاءِ وڌيڪ آرام سان ويهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجي درد مان اندازو لڳائين ته هُو مئو ڪو نه آهي.

رات جو ڏهين بجي ڌاران هن شهر جي روشنين جو ڌنڌلو عڪس ڏٺو. شروع ۾ اهو بس اهڙو ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو جيئن چنڊ نڪرڻ کان پهريائين آسمان تي روشني ٿيندي آهي، پوءِ اهي روشنيون سمنڊ جي هُنَ پار مستقل طور تي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳيون. وڌندڙ هوا سان سمنڊ ڇوليون هٽي رهيو هو. هُو روشنيءَ جي سڌائيءَ ۾ ٻتيلو هلائي رهيو هو. هن سوچيو ته هُو هاڻي جلد ئي ساموندي وهڪرن تائين پهچي ويندو.

هاڻي ته هي قصو ختم ٿي ويو. هن سوچيو. يقينن هاڻي اها وري مون تي حملو ڪندي. پر هڪ هٿين خالي ماڻهو اونداهيءَ ۾ ان جي خلاف ڇا ڪري سگهي ٿو؟

هاڻي هن جو جسم ٿڪجي پيو هو ۽ رڳ رڳ ۾ ڪيس درد چڙهندو ويو. هن جا زخم ۽ جسم جو سمورو دٻاءُ برداشت ڪرڻ وارا حصا رات جي ٿڌ ۾ ڏکي رهيا هئا. مون کي اميد آهي ته مون کي ٻيهر ڪو نه وڙهڻو پوندو.

اڌ رات جو هو وري وڙهيو ۽ هن دفعي ڪيس سڌ هئي ته جنگ اجائي آهي. هن دفعي سنڌن سارو ٽولو آيو هو. هُو پاڻيءَ ۾ صرف انهن جي لڪيرن کي ڏسي پئي سگهيو. جيڪي ڇهنب ڻاهي رهيون هيون ۽ جڏهن اهي مڇيءَ ڏانهن پيون اچن ته انهن جي فاسفورس جهڙي چمڪ ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. هن سنڌن مٿي کي ڏنڊن سان ڪٽيو ۽ چاڙهيءَ جي هلڻ جو آواز ٻڌو. جڏهن اهي هيٺ تي ويون ته ٻتيلي کي لڏندي محسوس ڪيائين. هُو مايوسيءَ جي اڻ تڻ ۾ انهن کي ماريندو ويو جن کي هو صرف محسوس ۽ ٻڌي پئي سگهيو ۽ هُن وري محسوس ڪيو ته ڪنهن شيءِ هن جي ڏنڊي پڪڙي ورتو آهي.

هن جهٽڪو ڪائي سڙهه جو دستو انهيءَ کان الڳ ڪيو ۽ ان سان ان کي مارڻ ۽ ڪٽڻ لڳو. هُو ان کي ٻنهي هٿن سان جهلي بيٺو هو ۽ هر هر هيٺ نوڙي ماري رهيو هو پر هاڻي اها ڪمان تائين اچي وئي هئي. اها هڪ ٻنيان ٻي ۽ گڏوگڏ پڻ اچن پيون ۽ گوشت جا ٽڪرا ٽوڙي ڪٽي وڃن پيون. جيڪي پاڻيءَ ۾ چمڪندڙ ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا. ۽ وري اهي ڦري اچن پيون.

نيٺ! هڪ شارڪ مڇيءَ مٿي جي آڏو آئي ۽ هو سمجهي ويو ته هاڻي قصو ختم ٿي ويو آهي. هن ٽولي گهمائي ڦيرائي شارڪ جي مٿي تي وهائي ڪڍيو. جتي ان جي چاڙهي مڇيءَ جي ڳوري مٿي کي پٽڻ ۽ رهڙڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي، پر اتي اها ڪو نه ٽٽي رهي هئي. هن ان کي ٻيون دفعو وري گهمائي ڦيرائي ڪيس ڌڪ هنيو. هن ٽٽڻ جو آواز ٻڌو ۽ پوءِ شارڪ تي اچي

ڪڙڪيو. هن ان کي اندر ڏکيئدي محسوس ڪيو ۽ اهو ڄاڻيندي ته اها نوڪدار آهي وري هڪ دفعو ان کي ڦاسائي ڇڏيو شارڪ هن کي ڇڏي ڏنو ۽ پاسو بدلائي هلي وئي. هيءَ ان ٽوليءَ جي آخري شارڪ هئي، هن جي کائڻ جي لاءِ هاڻي ڪجهه به ڪو نه بچيو هو.

پوڙهو هاڻي وڏي مشڪل سان ساهه کڻي پئي سگهيو. هن کي پنهنجي وات جو ذائقو عجيب ٽامي جهڙو ۽ ڪجهه مٺو مٺو محسوس ٿي رهيو هو ۽ هو هڪ لمحي جي لاءِ ان کان خوفزده ٿي ويو پر اها حالت وڌيڪ ديرپا نه رهي.

هن سمنڊ ۾ ٿڪ اڇلائي ۽ چيائين: "شارڪ! کاءُ ۽ خواب ڏس ته تون هڪ ماڻهوءَ کي ماري ڇڏيو آهي."

هن کي سڌ هئي ته آخرڪار! ان کي شڪست ملي وئي، هاڻي ان جو ڪو به حيلو ۽ چارو ناهي. هو ٻيڙيءَ جي پوئين حصي ۾ هليو ويو. هن ٻوري پنهنجي ڪلهن تي رکي ۽ ٻيڙي کي پنهنجي گَس تي ڇڏيائين. هاڻي ٻيڙي بلڪل هلڪو ٿي هلي رهيو هو. هن جي دل ۾ ڪوئي خيال هو. هو هر شيءِ کان گذري چڪو هو. هو ٻيڙيڪي پنهنجي همت، حوصلي، سٺي طريقي ۽ عقلمنديءَ سان هلائيندو پنهنجي بندرگاهه طرف وڃي رهيو هو. رات جو شارڪ مڇيون ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ ڍانچي طرف ائين اچن پيون جيئن ڪا جهرڪي ڪنهن شيءِ کي ٺونگي رهي هجي. پوڙهي ان طرف ڪو به ڌيان ڪو نه ڏريو ۽ سواءِ ٻيڙيلو هلائڻ جي ڪنهن شيءِ تي ڌيان ڪو نه ڏنائين. باقي هن جو خيال ان طرف ضرور ويو ته هاڻي ٻيڙيلو تڪڙيون وکون کڻي چڱي نموني سان هلي رهيو هو چاڪاڻ ته هاڻي ان ۾ ڪوئي وزن ڪو نه هو.

اها سٺي آهي، هن سوچيو اها ٺيڪ ٺاڪ آهي. ان کان سواءِ سڙهه ۽ دستيءَ کي ٻيو ڪوئي چيهو ناهي رسيو. اهو ته سهنجهائپ سان ٻيو لڳي ويندو.

هن محسوس ڪيو ته: "هاڻي هُو وهڪري ۾ اچي ويو آهي، ڪناري تي ڪيس آباد ٽيل وستين ۽ واهڻ ۾ بلب ٻرندي نظر اچي رهيا هئا. هن کي خبر هئي ته هاڻي هُو ڪهڙي جڳهه تي آهي ۽ گهر پهچڻ هاڻي ڪوئي ڏکيو مسئلو نه هو.

بهرحال! هوا منهنجي دوست آهي، هن سوچيو. اسان جي دوستن ۽ دشمنن سان پريل هي عظيم سمنڊ آهي بسترو منهنجو ساٿي آهي صرف بسترو ئي هڪ عظيم شيءِ آهي تون هارائي وئين ته سڀ ڪجهه ڪيترو نه سهنجو ٿي پوندو، پوڙهي سوچيو. مون کي بلڪل اها سڌ ڪا نه هئي ته هي سڀ ڪجهه ڪيترو سؤلو آهي. ۽ توکي ڪنهن هارايو؟ هن سوچيو.

"ڪنهن به نه" هن وڏي بلند آواز ۾ چيو.
"مان تمام گهڻو پري نڪري ويو هوس."
جڏهن هو ننڍي بندرگاهه ۾ داخل ٿيو ته ٽيرس جون بتيون وسامي چڪيون هيون. هو سمجهي ويو هو ته سڀ ماڻهون سمهي چڪا آهن. هوا بلڪل تيز ٿيندي پئي وئي ۽ هاڻي ته زور سان هلي رهي هئي. پر بندرگاهه ۾ بلڪل سانت ۽ خاموشي هئي. هو پهاڻن کان هيٺ پٿرن جي هڪ ننڍي ٽڪري تائين ٻيڙيءَ کي هلائيندو آيو. اتي ڪوئي هن جي واهر جي لاءِ موجود نه هو ان لاءِ جيترو پري تائين ان کان ٿي پئي سگهيو هن پاڻ ٻيڙيءَ کي ڇڪيو پوءِ هُو ٻاهر نڪتو ۽ هن ٻيڙيءَ کي وڏي ڇپ سان ٻڌي ڇڏيو.
هن ٻيڙيءَ جو ٿنڀ لاٿو ۽ بادبان کي ويڙهي ٻڌي ڇڏيائين ۽ چاڙهيءَ تي چڙهڻ لڳو. ان سمي هن کي پنهنجي ٿڪاوٽ جي گهڻائيءَ جو صحيح اندازو ٿيو. هو هڪ پل جي لاءِ رڪيو ۽ پوئتي مڙي نظر وڌائين. رستي جي وِٽ ۾ لڳل بتين جي روشنيءَ ۾ هن مڇيءَ جو وڏو پڇ ڏٺو جيڪو ٻيڙيءَ جي پوئين حصي کان به اڳتي وڌيل هو. هن ان جي ڪرنگهي واري هڏي جي اڇي رنگ جهڙي لڪير ۽ مٿي جو اڇو ڍانچو ڏٺو جنهن جي چهنب اڳتي نڪتل هئي ۽ ان جي وچ جي ان جي سموري اگهاڙپ ڏٺائين.
هُو ٻيهر چڙهڻ لڳو پر چاڙهيءَ تي پهچي هُو ڪري پيو. ٿوري دير هو هيٺ ڪِريل رهيو ٿنڀ سندس ڪلهن تي هو هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اهو ڏاڍو مشڪل هو. هو اتي ويٺل رهيو. ٿنڀ اڃان به سندس ڪلهن تي هو. هُو رستي طرف ڏسي رهيو هو. هڪ ٻلي پنهنجي ڪم ڪاج جي سلسلي ۾ ٻئي طرف کان گذري ۽ پوڙهو انهيءَ کي وڏي غور سان ڏسي رهيو هو. پوءِ هُو بس گس کي ڏسندو ئي رهيو.
آخرڪار! هن سڙهه کي هيٺ رکي ڇڏيو ۽ پاڻ اٿي بيهي رهيو پوءِ هن مستول کڻي ڪلهن تي رکي ۽ رستي تان هلڻ لڳو پنهنجي جهوپڙي تائين پهچڻ کان اڳ ۾ هن کي پنج ڀيرا گس تي ويهڻو پيو.
جهوپڙيءَ ۾ پهچي هنن ٿنڀ کي ڀت جي سهاري سان بيهاري ڇڏيو ۽ اونداهيءَ ۾ هن پاڻيءَ جي بوتل جي ڳولا ڪئي. ۽ ٿورو پاڻي پيتائين پوءِ بستري پيڙو ٿيو. هن پنهنجن ڪلهن تي ڪمبل اوڍيو پوءِ پنهنجي پٺي ۽ ڄنگهن کي ڍڪڻ لڳو.
هُو پراڻين اخبارن جي مٿان سمهي پيو هن جون ٻانهون سڌيون ٻاهر

نڪتل هيون ۽ هٿ مٿي هئس.
صبح جو جڏهن نينگر دروازي مان ڪيس جهاتي پائي ڏٺو تہ هُو ستل هو. هوا ايتري تہ تيز هلي رهي هئي جو بتيلا لُڏي رهيا هئا. نينگر دير تائين سمهڻ ڪانپوءِ پوڙهي جي جهوپڙيءَ ۾ آيو هو. جيئن ان جو روز جو معمول هو. نينگر ڏٺو تہ پوڙهو ساهہ کڻي رهيو آهي ۽ پوءِ هُو پوڙهي جا هٿ ڏسي روئڻ لڳو. هو تمام گهڻو آهستگيءَ سان ٻاهر نڪري آيو تہ جيئن وڃي ڪري ڪجهہ چانهہ وٺي اچي، هُو رستي تي تمام گهڻو روئيندو رهيو. اتي تمام گهڻا مهاڻا بتيلي جي آڏو گڏا ٿي ويا ۽ پاڻيءَ ۾ لهي ڏوريءَ سان ان ڍانچي جي ڊگهائي ماپي رهيا هئا. نينگر هيٺ نہ ويو هُو پهريائين اتان ٿي آيو هو. هڪ مهاڻو هن جي چوڻ تي بتيلي جي جانچ پڙتال ڪري رهيو هو.
"پوڙهي جو ڇا حال آهي؟ هڪ مهاڻي رڙيون ڪندي چيو.
"پوڙهو ستو پيو آهي." نينگر چيو. هن کي ان ڳالهہ جي پرواهہ نہ هئي جو انهيءَ کي روئيندي هن ڏٺو آهي. هن کي ڪو بہ تنگ نہ ڪري. ڇاڪاڻ تہ هُو تمام گهڻو ٿڪل آهي
"اها نڪ کان پڇ تائين 18 فٽ ڊگهي هئي." ان کي ڳڻڻ واري هڪ مهاڻي چيو
"اُها ٿيندي مون کي يقين آهي." نينگر چيو.
هُو ٽيرس تي پهتو ۽ هڪ ڊبي ۾ چانهہ جو ورتائين جيڪا سني کير ۽ کنڊ واري هئي."
"پلا پيو ڪجهہ؟"
"في الحال نہ. بعد ۾ ڏسندس تہ هُو ڇا کائي سگهي ٿو."
"هيءَ بہ ڇا تہ مڇي هئي." مالڪ چيو.
"اهڙي مڇي تہ ڪڏهن بہ نہ آئي، ڪالهہ جيڪي تون بہ مڇيون پڪڙيون هيون، اهي تمام گهڻيون سٺيون هيون."
"منهنجي مڇيءَ تي لعنت هجي." نينگر چيو تنهن کان پوءِ هُو وري روئڻ لڳو.
"ڇا تون ڪجهہ پيئندين؟ مالڪ کانئس پڇيو
"نہ" نينگر وراڻيو.
"اهو ماڻهن کي چئي ڇڏجو تہ سانتياگو کي تنگ نہ ڪن. مان بس اجهو اچان ٿو."

"هن کي ہڏائي ڇڏجانءِ تہ مون کي ڏاڍو افسوس آهي."
مهرباني وڏا وڙ. نينگر چيو.
تنهن کان پوءِ نينگر ڇانهہ جو ڍو کڻي پوڙهي جي جهوپڙيءَ ۾ پهتو ان کي جاڳائڻ تائين وٺس ويٺو رهيو. هڪ پل ائين معلوم ٿيو تہ هُو جاڳي رهيو آهي. پر هُو وري گهري ننڊ ۾ گم ٿي ويو. نينگر ڪافي گرم ڪرڻ ۽ ٺوريون ڪاٺيون ڪٺڻ جي لاءِ رستي جي هُن پار هليو ويو.
آخر پوڙهو جاڳي پيو.
"اُٿ نہ." نينگر کيس چيو.
"تنهن کانپوءِ هن ڪوپ ۾ ٿوري ڇانهہ وڌي. پوڙهي اها ورتي ۽ پي ڇڏيائين.
"انهيءَ مون کي هارائي ڇڏيو مڇيون." هن چيو.
"انهيءَ سچي پچي مون کي هارائي ڇڏيو."
"ان توکي نہ هارايو مڇيءَ کو نہ هارايو؟
"نہ"
"حقيقت ۾ اهو تہ بعد ۾ ٿيو."
"پيڊريڪو بتيليءَ ۽ سامان جو خيال ڪري رهيو آهي."
"تون ان جي سِرَ کي ڇا ڪرڻ چاهين ٿو؟"
پيڊريڪو کي مارڻ ڏي. ڇا ان کي مڇي ڦاسائڻ جي آڙ ۾ استعمال ڪندين."؟
"هن جو نيزو؟"
"جيڪڏهن چاهين تہ تون ان کي رکي ڇڏجانءِ."
"مان اهو وٺڻ چاهيان ٿو." نينگر چيو.
"هاڻي اسان کي ٻين شين جي باري ۾ رٿابندي ڪرڻ گهرجي."
"ڇا ماڻهن منهنجي ڳولا ڪئي؟"
"يقينن"
"سمنڊ تمام گهڻو وڏو آهي. بتيليتمام گهڻي ننڍي ۽ مشڪل سان ڏسڻ ۾ اچي ٿي. پوڙهي چيو.
پنهنجو پاڻ سان ۽ سمنڊ سان ڳالهيون ڪرڻ جي بجاءِ ڪا ٻي گفتگو ڪرڻ جي لاءِ هجي، تہ ڪيترو نہ مزو ايندو هن سوچيو.
"مون تنهنجي ضرورت محسوس ڪئي." هن چيو.

"تون ڇا پڪڙيو؟"

"ڦھرين ڏينھن ھڪ ھئي ڏينھن ٻہ ھڪ ۽ ٽئين ڏينھن ٽہ ٽئين ڏينھن ٻہ شڪار ڪيا."

"ڏاڍو سٺو."

"ھاڻي اسين گڏ مڇي پڪڙينداسون."

"نہ"

"مان ايترو خوش قسمت ناھيان بلڪ ھاڻي اھو ناھيان رھيو."

"جھنم ۾ وڃي تنھنجي خوش قسمتي"! نينگر چيو.

"مان قسمت (Fate) پاڻ سان گڏ آڻيندس."

"ڀلا تنھنجي گھر وارا ڇا چوندا؟"

"مون کي انھن جي ڪاڻ جي پرواھہ ناھي، ڪالھہ مون ٻہ مڇيون پڪڙيون، پر ھاڻي اسان گڏ مڇيون پڪڙينداسون، ڇو تہ ھاڻي مون کي تمام گھڻو ڪجھہ سکڻو آھي."

اسان وٽ مارڻ جي لاءِ ھڪ سٺو ڄار ضرور ھئڻ گھرجي ۽ ان کي ھميشہ ٻيڙيءَ ۾ رکڻ گھرجي. تون ڪنھن پراڻي فورڊ جي اسپرنگ جي پٽيءَ جو چاقو ٺاھي سگھين ٿو؟ اسان انھيءَ کي گوانا ٻاڪوڙا ۾ تکو ڪرائينداسون. ان کي تيز تکو ۽ مضبوط ھجڻ گھرجي تہ جيئن ٽٽي ڪو نہ پوي، منھنجو چاقو تہ ٽٽي پيو.

"مان ٻيو چاقو وٺي ايندس ۽ اسپرنگ کي بہ مضبوط ڪرائيندس تيز ھوا جا ڪيترائي ڏينھن باقي آھن؟"

"شايد ٽي يا ٽي سگھي ٿو وڌيڪ ھجن."

"مان سڀ شيون ٺيڪ ڪري ڇڏيندس." نينگر چيو.

"سمھي پئہ، پوڙھا ماڻھو! مان توکي تنھنجو صاف چولو آڻي ڏيان ٿو ۽ ڪجھہ کائڻ جي لاءِ ڪٺي اچان ٿو."

"منھنجي ھينئان سھمڻ جي لاءِ ڪا اخبار ڪٺي اچجانءِ" پوڙھي چيو.

"توکي جلدي ٺيڪ ٺيڪ ٿيڻ گھرجي. ڇو تہ اڃان مون کي تمام گھڻو ڪجھہ سکڻو باقي آھي ۽ تون مون کي سڀ ڪجھہ سيکاري سگھين ٿو. تون ڪيتري تڪليف ڪئي؟"

"ڏاڍي" پوڙھي چيو.

"مان ڪاڏو ۽ اخبار ڪٺي اچان ٿو." نينگر چيو.

"چڱي پر آرام ڪر، پوڙها ماڻهو. مان دوائن جي دڪان تان تنهنجي هٿن جي لاءِ ڪا دوا وٺي ايندس."

پيڊريڪو کي اهو چوڻ نه وسارجانءِ ته سِرُ انهيءَ جو آهي."

"بلڪل اهو ياد رکندس."

جڏهن نينگر، دروازي کان ٻاهر نڪتو ۽ مونگيءَ واري ٽڪريءَ جي هار ڪاڏل راهه تي آيو ته وري روئڻ لڳو.

انهيءَ ٻيپهريءَ جو ٽيرس تي سياحن جي هڪ ٽولو آيو. هڪ من مهڻي عورت هيٺ پاڻيءَ بيئر جي خالي ۽ بارڪودا مڇيءَ جي لاش جي وچ ۾ هڪ وڏي ڏگهي اڇي ڪرنگهي جي هڏي ڏٺي، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ وڏو پڇ هو ۽ ٿتڪندي اٿي رهي هئي ۽ چُر پُر ڪري رهي هئي، اوپر جي هوا بندرگاهه کان ٻاهر وڏي طوفاني سمنڊ کي ڦوڪ ڏئي رهي هئي.

"هيءَ ڪهڙي شيءِ آهي؟" هن وڏي مڇيءَ جي ڏگهي ڪرنگهي جي هڏيءَ طرف اشارو ڪندي ويٽر کان پڇيو جيڪا هاڻي رڳو گند جو ڍير هئي ۽ پاڻيءَ جي اٿاهه سان وهڻ جو انتظار ڪري رهي هئي.

"ٽيبوران" ويٽر جواب ڏنو "ايشارڪ"

اهو پورو واقعو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

"مون کي سڌ ڪو نه هئي جو شارڪ مڇين جو ايترو سهڻو ۽ خوبصورت پڇ ٿيندو آهي."

"مون کي به سڌ نه هئي، ان سان گڏ بيٺل هڪ مرد ساٿيءَ چيو.

اڳتي رستي تي پوڙهو پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ سُتل هو ۽ نينگر سندس آڏو ويٺي ڪيس غور سان ڏسي رهيو هو. پوڙهو ٻبر شينهن جا خواب ڏسي رهيو هو.

❊❊❊

# ٿون نيا پو اڪيڊمي
# مارڪيٽ ۾ موجود ڪتاب

1. عشق جون ڳليون ( سفر ناما ۽ ٻيون لکڻيون) گل حسن ڪلمتي مُلھ: 200 رپيا
2. ڪالاش: ڪافرن جو ديس (سفرنامو) گل حسن ڪلمتي مُلھ: 200 رپيا
3. جڏھن مان چوھٽ جو ھوندس (ڪھاڻيون) ممتاز مھر مُلھ : 70 رپيا
4. نہ وڃڻ جو پڇتاءُ (ڪھاڻيون) يوسف سنڌي مُلھ: 70 رپيا
5. ڊائريءَ ۾ رکيل گلاب (ڪھاڻيون) منصور ھرڙو مُلھ: 70 رپيا
6. مٽيءَ ھاڻا ماڻھو (ڪھاڻيون) اڪبر اديب مُلھ: 90 رپيا
7. رنگن جي خانہ بدوشي (نظم) ايوب گل مُلھ: 70 رپيا
8. اسٽور روم (نظم) علي اظھار مُلھ: 80 رپيا
9. ٻہ ڪتاب (ڪھاڻيون) ممتاز مھر مُلھ: 90 رپيا
10. ڳوڙھن جا ڪبوتر (ڪھاڻيون) پرويز مُلھ: 90 رپيا
11. مس سدا بھار چنبيلي (ناول) الطاف شيخ مُلھ: 125 رپيا
12. ڪپيل نڪ (ڪھاڻيون) عباس سارنگ مُلھ: 90 رپيا
13. لاڙ لھرون ۽ سمنڊ (شاعري) نواز خان زئور مُلھ: 150 رپيا
14. سمنڊ ٿو مونکي سڏي (پنجڪڙا) ايوب گل مُلھ: 100 رپيا
15. عجب اکڙيون (ڪھاڻيون) قرت العين حيدر مُلھ: 90 رپيا
16. پٿر جو جگر ميڻ جي دل (ناول) موھن ڪلپنا مُلھ: 90 رپيا
17. رڻ ۾ رات ٺري (شاعري) رحيمداد جوگي مُلھ: 100 رپيا
18. چتر ليکا (ھندي ناول) سنڌيڪار: رشيد ڀٽي مُلھ: 200 رپيا
19. وڇوڙي جا وڻ (پنجابي ناول) سنڌيڪار: پرويز مُلھ: 80 رپيا
20. ھن پار مان ھن پار تون (ڪھاڻيون ۽ ٻيون لکڻيون) ڪرشن کٽواڻي مُلھ: 50 رپيا
21. گيتانجلي (شاعري) رابندر ناٿ ٽئگور مُلھ: 50 رپيا
22. منھنجي زندگيءَ ۾ آيل عورتون ۽ مرد (خاڪا) خشونت سنگھ مُلھ: 70 رپيا
23. سنڌ ارغون دور ۾ (تاريخ /تحقيق) اڪرام ساگر عباسي مُلھ: 50 رپيا
24. جھجان پسي جھوڪ (ڪھاڻيون) تاجل بيوس مُلھ: 35 رپيا
25. شھيد بينظير ڀٽو جو ڪيڏارو (شاعري) تاجل بيوس مُلھ: 80 رپيا
26. تڙ تڙ تي طوفان (شاعري) عزيز ڪنگراڻي مُلھ 70 رپيا
27. مارئي ملير جي ۽ شاھ عبداللطيف (ڏکھو نظم) بينظير ڀٽو مُلھ: 80 رپيا
28. ھتا اکھين گڏ... (ناول) حسيب ڪانھيو مُلھ: 100 رپيا

29. خمار گيت ۽ چانڊوڻي (شاعري) رحمت الله پيرزادو مُلهه: 90 رپيا
30. نئون ديرو : دل وارن جو ديرو (شهر ڪهاڻي) عاشق منگي مُلهه 150 رپيا
31. اڪيلو ماڻهو (ڪهاڻيون) جمن احمداڻي مُلهه: 100 رپيا
32. محبت ۽ قيامت ۾ (ناول) ڪرشن چندر/ بيدل مسرور بدوي مُلهه: 125 رپيا
33. ماستر هريام جو ٻُڌڪاڪ وچڙ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ 150 رپيا
34. ڪراچيءَ جا لاڳاپي ڪردار (پاڳوپهريون) گل حسن ڪلمتي مُلهه: 350 رپيا
35. ڳولا جو سفر (تاريخ) اياز پتو مُلهه: 130 رپيا
36. سگنيچر (ناول) حسيب ڪانهيو مُلهه: 150 رپيا
37. فيس بڪ (ڪهاڻيون) ڊاڪٽر منظور قادر مُلهه: 200 رپيا
38. ڏکڻ مان ٿو سج اڀري (ناول) ڪرشن چندر/ سراج مُلهه: 150 رپيا
39. عرب تاريخ جي آئيني ۾ : پروفيسر برنارڊليوس مُلهه: 200 رپيا
40. چيڪلو (ناول) ڪرشن چندر/ بيدل مسرور بدوي مُلهه: 130 رپيا
41. يارنهن منٽ (ناول) پائلو ڪوئلهو مُلهه: 150 رپيا
42. خالي بوتلون (ادب لطيف) عمر قاضي مُلهه: 300 رپيا
43. اچو ته نيپال گهمون (سفرنامو) آغا ثناءُ الله خان مُلهه: 200 رپيا
44. مان هت جنم نه وٺندس (ڪهاڻيون) امداد ڪانهيو مُلهه: 150 رپيا
45. منهنجو نينهن نارين سان (ناول) عمر قاضي مُلهه: 250 رپيا
46. تاريخ مان... (پاڳوپهريون) : ميم. الف. منصور عباسي مُلهه: 250 رپيا
47. هُن مونکي چڏي ڏنو (نظم) ايوب گل مُلهه: 150 رپيا
48. ويچار- "ادبي تنقيد ۽ اپياس" ممتاز مهر مُلهه: 200 رپيا

## ترت پڌرا ٿيندڙ ڪتاب

1. اتهاس جا آواز (ٽيون ڇاپو) چونڊ ۽ سنڌيڪار: انعام شيخ
2. تهذيبن جي بڻ بڻياد جي ڳولا: مائيڪل ووڊ
3. درد هڪ پيار جو (شاهڪار مليالم ناول) سنڌيڪار: سندري اُتم چنداڻي
4. ڪٺ پتليءَ جو ناچ (شاهڪار بنگالي ناول) سنڌيڪار: لکمي ڪلاڻي
5. ستين آسمان جا فرشتا (ڪهاڻيون) مالڪ ڪنگراڻي
6. نمي دانم (ناول) عمر قاضي


**لڪ پڙهه لاءِ**

A-12, Sachal Goth, Gulshan-e-Iqbal, Karachi. SINDH.
Ph # 021-34690389 Cell # 0346-2103811
E-mail:naon_niapo@yahoo.com



"پوڙهو ۽ سمنڊ" ۾ هڪ اتساهه ڏيندڙ ناول آهي. ناول جي (Theme) ۾ جستجو ۽ ولولو انگيزي، جو سبق ڏنل آهي. اهي ئي چند شيون آهن. جنهن جي اسان جي معاشري کي اشد ضرورت آهي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اسان جي نوجوانن ۾ ٽيلنٽ گهٽ نه آهي. انهي ۽ سانتياگو وانگر اسان جي نوجوانن ۾ به ڀرپور ٽيلنٽ موجود آهي، پر ضرورت ان امر جي آهي ته اهي ڪنهن نه ڪنهن پليٽ فارم تي ان کي ثابت ڪن. جيئن ناول ۾ چيل آهي ته:

"Man is not made for defeat: a man can be destroyed, but not defeated"

**قمرزمان پيٽو**

اياز پِنو ترجمي ۾ جيڪي
هَٿ وِڏا آهن، سي سڀني جا ڪين
آهن. ترجمو نُورنچُڙڻ جهڙو ئي
عمل آهي بقول بزرگ محقق ۽
ناليواري نقاد ڊاڪٽر عبدالجبار
جوڻيجو صاحب جَن جي تہ ”ترجمو
ڪرڻ هِڪ ڏکيو فن آهي، هِن فن ۾
مترجم لاءِ لازمي هوندو آهي تہ هُو
جنهن ٻوليءَ مان ترجمو ڪري ٿو
تنهن تي مُڪمل دسترس هجي ۽ ان
جي مِزني معنوي ۽ لغوي رمزن کان بہ
واقف هجي.“

**اويس پتو**



ارنيسٽ هيمنگوي 21 جولاءِ 1898ع ۾ شڪاگو (آمريڪا) جي شهر الينائز ۾ پيدا ٿيو. سندس والد ڊاڪٽر هو.

هيمنگوي پنهنجي آتم ڪٿا: "In our Time" ۾ ٻڌايو آهي ته، جڏهن اجان هُو ٻن سالن جو ٿي هو ته، سندس هٿ ۾ مڇي جهلڻ جو سامان ۽ ڏهن ورهين جي ڄمار ۾ ڪيس بندوق ڏني وئي. ۽ اڳتي هلي ان ئي بندوق سان 1964ع ۾ هن خودڪشي ڪري ڇڏي.

هن ويهن سالن جي عمر ۾ 1919ع ۾ پنهنجي ٻاروتڻ جي محبوبه "هيڊلي رچرڊسن" سان وهانءُ ڪيو.

هو اٽليءَ ۾ ايمبولينس ڊرائيور رهيو.

هن جي علامتي ناول "The Old Man and the Sea" کي 1954ع ۾ نوبل پرائيز مليو. ان کان سواءِ سندس هن ناول تي فلمون ۽ ڊراما پڻ ٺاهيا ويا.

هيمنگوي واقعن کي نهايت مختصر ۽ ننڍڙن جملن ۾ سهنج ۽ سولن لفظن ۾ بيان ڪرڻ سندس منفرد ۽ بيمثال لکت جي ڏانءُ جي خاص خوبي آهي. هڪ زماني ۾ ارنيسٽ هيمنگوي پاڻ کي ڪيٿولڪ سڏرائڻ جو شوقين پڻ رهيو هو. هيمنگوي تمام گهٽو وهم پرست هو. اهو ئي سبب آهي جو پوڙهو ۽ سمنڊ ۾ هُو هر هر پوڙهي جي واتان چوائي ٿو ته، "منهنجي ته قسمت ئي خراب آهي."

هو ٻاهران ته مردانگي ڇڪ وارو لڳندو هو پر اندر ۾ ڪونئرو ۽ نرم هو.

هيمنگوي سڄي ڄمار ان نظريي سان سلهاڙيل رهيو ته:

"Man can be destroyed but not defeated"

هيمنگويءَ جو اهو نظريو جنهن ۾ اپنايو انهن ترقيءَ جا اوج ماڻيا. "The Old Man and the Sea" مان اهو مقصد نڪري ٿو ته، "سورمي ٿيڻ لاءِ خاموش دعوي ڪجي. تنهن کان پوءِ ئي ڪامي ٻچي، ٻچري ۽ سڙي ويراڳ جو ويس اوڙي ڪاهوڙي ٿيڻ جي ئي منزل ماڻي سگهجي ٿي."

ايازپيٽو

